# نانڪ يوسف

چيتمل پرسرام گلراجاڻي




سنڌي ساهت گهر

حيدرآباد، سنڌ.

2007

سنڌي ساهت گهر – ڪتاب نمبر _176

ڪتاب جو نالو : نانڪ يوسف
موضوع : سوانح/ شاعري
ليکڪ : ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي
سال : اپريل 2007ع
ڪمپوزنگ : منظور احمد جوڻيجو، شاهد شاهه
(الرزاق ڪمپيوزنگ سينٽر رابعه اسڪوائر حيدرآباد. 022_2787839)
لي آئوٽ : مور ساگر
قيمت : 70 روپيا_ سترروپيا

ڪتاب ملڻ جا هنڌ:

آئيڊيل ڪتاب گهر: رابعه اسڪوائر، حيدرچوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ
پوسٽل ائڊريس: پوسٽ باڪس نمبر ۵۸ جنرل پوسٽ آفيس، حيدرآباد_سنڌ

- سنڌ بوڪ ڪلب، نواب شاهه
- سنڌي ادبي بورڊ اسٽال، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد.
- ڀٽائي ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد.
- رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو
- المنعم لائبرري_ ١٧ پبلڪ هيلٿ انجنيئرنگ ڪالوني لاڙڪاڻو
- قاسميه لئبرري، ڪنڊيارو
- عزيز ڪتاب گهر، بندراج روڊ، سکر

Nanik Yosif
By: Jethmal Persram gulrajani
Published by: Naz Sanai
Chairman_ Sindhi Sahat Ghar
Rabia Squre, Gari Khato,
Hyderabad, Sindh.
Book No. 176 April 2007
Price Rs. 60

# ٻه اکر

”نانڪ يوسف“ جو ڪلام ۽ سندس سوانح، سنڌي زبان جي انتهائي اهم عالم، ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ جو هيءُ ڪتاب، جيڪو سندس مرتئي ڪانپوءِ، سالن تائين سندس ڪاغذن ۾ گم رهيو. نوي واري ڏهاڪي ۾ ان ڪتاب جو نصيب کُليو ۽ هندستان ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

ڄيٺمل پرسرام، سنڌي زبان ۽ ادب جي جيڪا آبياري ڪئي آهي ۽ جيڪي انمول تحريرون ڇڏيون آهي، ڪاش! اهي سموريون هڪ ڀيرو ڀيهر ڇپجي وڃن، جيئن سنڌ پنهنجي هن عظيم سڄڻ جي ڪم ۽ پورهيي جي صحيح ڪَٿ ڪري سگهي ۽ سندس زبان جو اهو خزانو به بچي پوي، سنڌي ساهت گهر طرفان اِها ڪوشش جاري آهي. هن کان اڳ اسان جي اداري سنڌ تهحقيقي بورڊ طرفان، ڄيٺمل پرسرام جو شاهڪار ڪتاب ”شاهه جون آکاڻيون“ پڻ شايع ڪيو ويو آهي ۽ اجا به ڪافي ڪتابن جي ڳولا ۾ آهيون. گڏوگڏ ڄيٺمل پرسرام تي ڪينجهر جو هڪڙو شاندار ضخيم شمارو ڪڍڻ جو به ڪم ٿي رهيو آهي.

اسان وٽ ڪافي ڪم رهيل آهي، شاهه لطيف اسان جو قومي شاعر آهي، ان جي ڇانوَ ۾ جيڪي تمر فقير جهڙا پليا نپنا، انهن کي جڻ وساريو ڀيو وڃي. ساڳي طرح سچل سرمست تي ته ڪافي ڪم ٿيو آهي پر اُن جي ٻالڪن يا محبت ۾ رهندڙن کي اڪثر وسارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. نانڪ يوسف سچل سائينءَ جو خاص ٻالڪو ۽ ان جو نوازيل هو. ان ڪتاب کي هتي سنڌ ۾ ڇاپي اسان کي سَرهائي ٿي رهي آهي.

اميد ته پڙهندڙ دوستن کي اسان جي اداري جي هيءَ سوکڙي پسند ايندي.

حيدرآباد
٢٤ مارچ ٢٠٠٧

**نازسنائي**

# سِتاءُ

# سنڌي ساهت جي واڌاري جي وات ۾ هڪ وک

سنڌي ساهت جي واڌاري جي ڏس ۾، هڪ رتنا جو نرماڻ، شري رام چينمل گلراجاڻيءَ جي گهر ۾ مارچ ۱۹۹۱ع ۾ ٿيو هو. انهيءَ موقعي تي، سنڌ سر زمين تان ڏاهو ۽ ڏات ڌڻي محمد ابراهيم جويو بہ شريڪ ٿيل هو. ميڙ ۾ سروشري گوبند مالهي، موتيرام رامواڻي، شري ۽ شريمتي رامڪرشن آڏواڻي، نند ڇڳاڻي شامل ٿيا هئا. اُنهن کانسواءِ، رام گلراجاڻي جي فيمليءَ جا ميمبر آنند، ڪمل ۽ گوپي پڻ حاضر هئا.

ميڙ ۾، شر ابراهيم جويي ٻڌايو: آئون هتي آيو آهيان، تنهن جو هڪ خاص مقصد آهي. منهنجو پنهنجو مرشد، منهنجو استاد، دادا چينمل، پرسرام هتي ۱۹۴۷ ۾ آيو هو ۽ هتي ئي اچي دم ڏنائين. آئون، هتي، سندس سپترام گلراجاڻي جي دعوت تي آيو آهيان.

دادا چينمل، سنڌيءَ جو وڏو عالم ۽ اديب، سنڌ جو وڏو صوفي بزرگ ۽ فقير تن ماڻهو هو. هُو، حضرت شاهہ لطيف، سچل سرمست، ساميءَ جو وڏو ڄاڻو هو ۽ پرچارڪ هو. سنڌ ۾، هن جا، سنڌي ساهت ۽ پڻ سماج شيواڪاريءَ جي کيترن ۾ ڪيئي تاريخي نقش ڇڏيل آهن. پاڻ ڪيئي اَملهہ ڪتاب لکيائين. انهن مان ڪي، اڻ ڇپيل آهن، جي رام گلراجاڻيءَ وٽ هتي پيل آهن.

ڀاءُ رام گلراجاڻيءَ، جو، آئون نهايت شڪر گذار آهيان، جنهن مون کي هتي سڏيو آهي، تہ دادا صاحب جا اُهي قلمي ڪتاب ڏسان ۽ پڙهان، سهيڙيان ۽ سموهيان، ۽ پڻ ڪي اَهم خيال دوست گڏجي، ويهي سوچيون، تہ انهن جي ڇپائيءَ ۽ اشاعت جا، هتي يا سنڌ ۾، ڪهڙا ڪهڙا جتن ڪري سگهجن ٿا.

موقعي تي، شري رام چينمل گلراجاڻي، پنهنجي پتاجن، سهري لالچند امرڏني مل جڳتياڻي ۽ پنهنجي پتني ديويءَ جي ياد ۾، سنڌي ساهت جي

واڌاري ۽ سڌاري لاءِ، چيتمل- لالچند – ديوي گلراج فائونڊيشن برپا ڪرڻ جي پڌرائي ڪئي. ۽ شروعاتي طور ٥١ هزار رپيا، فائونڊيشن کي ڏيڻ جو ارادو ڏيکاريو. اها پڌرائي هندستان روزاني ۾ ڪيل آهي.

فائونڊيشن پاران خاص طور، چيتمل، پرسرام ۽ لالچند امرڏني مل جي دستخطن ۽ اڻ ليپ بي بها اڳ ڇپيل ڪتابن کي ٻيهر ڇپائي ظاهر ڪرڻ تي خاص طور ڌيان ڏنو ويندو. ڇپائيءَ جي جوابداري شري موتيرام ايس، راماڻيءَ تي رکي ويئي. نند ڇڳاڻي سندس پانهن ٻيلي ٿي رهندو.

چيتمل – لالچند، ديوي گلراج فائونڊيشن، جيستائين ڪ، پوري رنگ روپ ۽ ڍنگ ۾ برپا ٿي سگهي، تنهن کان اڳ، شري رام چيتمل گلراجاڻي وٽان مليل، مهورتي رقم جي ڏهن هزار روپين سان چيتمل پرسرام ساهت سرجڻ سمتي نالي سان، چيتمل جي دستخطن کي سهيڙي ۽ سموئي، ٻه ڪتاب، هن سال اندر ڇپائي پڌرو ڪرڻ جي پڪي ارادي سان، ڪم هٿ ۾ ڪنيو ويو. اهي ٻه ڪتاب آهن: "نانڪ يوسف" ۽ "ساهتي رهاڻ".

"نانڪ يوسف" پاڻکن اڳيان اچي ويو آهي، ٻئي ڪتاب کي پريس کي ڏيڻ لاءِ، پريس ڪاپي تيار آهي. اهو ٻيو ڪتاب ٻه جلد ئي ڇپجي ظاهر ٿي ويندو. اهو سڄو ڪم اسان جو بزرگ، اورچ، ، هڏ ڏوکي ڀاءُ موتيرام راماڻي پيو ٿو ڪري. ٨١ ورهين جي عمر هوندي ٻه ڪائونس اهڙو اتڪائيو ڪم پيو ٿئي، ڇو جو اهو پيار جو پورهيو ڪري ڪنيو اٿس. سنڌي سماج کي هن تي هميشہ ناز رهندو. وقت جي دز اسانجي سنڌڙيءَ جي فقير تن صوفي سڄڻ کي لٽجڻ ۾ ڪامياب نہ ٻه ويجي پر وڏو خطرو اسان کي پنهنجن سنڌي سپوتن مان ئي آهي جيڪي، هن جهڙا ڪارگر دستخط ٻه نہ ڇپائي سگهيا آهن. اميد نہ، پر پڪ اٿم تہ شري موتيرام راماڻي، چيتمل پرسرام ۽ لعلچند امرڏنومل جڳتياڻيءَ جا سمورا دستخط ڇپائڻ ۾ ضرور ڪامياب ويندو.

سومر ٧ آڪٽوبر ١٩٩١ — نند ڇڳاڻي

پٽرڪي اماس

# مهاڳ

سُونهاري سائينءَ چيتنمل پرسرام، سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ساهت جي ڏس ۾ جي اَڻٽ شيوائون ڪيون آهن، سي مُور نہ وسرنديون. چيتنمل سنڌي ساهت سان وڏا وڙ ڪيا آهن. هن سچاڻ سچڻ، غواصن، ٽوٻن سندي ڳت ٻاري، ساهت جي اونهي عميق – ساگر ۾ ٽٻيون ڏيئي پاتارا پيڙي، ساهتڪ سپون سوجهي، سنڌي سماج اڳيان، جي هيرا لال ڌريا، سي سندس اَمر يادگار آهن. سنڌي سماج جو چاٽو ۽ سڄاڳ طبقو، سندس ڪيل اَحسان ڪي، سدائين ساهہ سان سانديندڙ رهندو. ۽ احسانمنديءَ وچان، چيتنمل پرسرام ڪي پرنام ڪندو رهندو.

لطيف سائينءَ جا هي قول، چيتنمل جي ڪاريہ سان، بلڪل سهٽي ۽ ٺاهوڪيءَ ريت ٺهڪي ٿا اچن:

**ايءَ ڳت غواصن، جئن سمنڊ سوجهيائون،**
**پيهي منجهہ پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،**
**آڻي ڏنائون، هيرا لال هٽن سين.**

١٩٢٢ع ۾، چيتنمل "نئين سنڌي لئبرري" جو ڪاريہ هٿن ۾ ڪنيو. انهي ڪاريہ لاءِ، راجرشي ديارام گدومل جي سپتر ڪيولرام ديارام شهاڻيءَ، ميناڙام ڌرمان ٽرسٽ پاران "نئين سنڌي لئبرري" جي سموري مالي جوابداريءَ جو بوجو پاڻ تي ڪنيو. "نئين سنڌي لئبرري" ۽ "لطيف مالا" جو پهريون ڪتاب "شاهہ جون آکاڻيون" هو. ان ڪتاب ۾، پنهنجي مهاڳ ۾،

ڇينمل لکيو آهي: "شاهه لطيف، سنڌڙي جي آسمان ۾ چمڪندڙ ستارو آهي. ۽ سنڌي ٻولي جو ڇٽ آهي. اُهڙي ستاري جي جوت، اُهڙي تاج جو جلوو، نہ رڳو سنڌ کي روشن ڪرڻ وارو آهي، پر انهيءَ سوجهري جي گهرج، سنڌ کان ٻاهر، هند کي، بلڪل ساري سنسار کي آهي.

"انهيءَ لاءِ ضروري آهي، تہ سنڌ جا جوان، شاهہ، سچل، سامي، روحل، دلپت، بيدل ۽ بيڪس جي درياهن ۾، پهرين تڙڳن، پوءِ ٽٻيون هڻڻ سکن. آخر، انهن مهراڻن مان موتي ڪڍي، اُنهن موتين جي حسن ۽ خوبيءَ مان جڳ کي واقف ڪن.

"شايد، ڪن کي شڪ هجي، تہ پاڻ وٽ، اهڙي حسن ۽ خوبيءَ جي ڪماليت ڪا موجود آهي، پر، جن، اولهہ ۽ اوڀر جي ڪوين ۽ ودوانن جي لکيت جو اڀياس ڪري ڏٺو آهي، تن کي پڪ آهي تہ ائين آهي.

**"سارو اولهہ، اوڀر جي نياپي لاءِ آتو آهي.**

"هيءَ ڳالهہ جڳ پڌري آهي، تہ رويندر، ڀارت جي مها ڪويءَ جي ڪوتا، ڪيئن اولهہ کي پاڻ تي، موهي ڇڏيو آهي.

"آئون، هت، اڳڪٿي ڪرڻ کان ڪؤ نٿو ڪريان، تہ اِهو سمو ويجهو آهي، جڏهين سنڌ جي صوفين جي دل اٿاريندڙ ۽ اسراري شعر جو آواز بہ، هندستان ۽ دنيا جي ڪن تي پوندو.

"هندستان ۾ اُهي خزانا آهن، جن جي ڪٿ ڪرڻ ناشدني آهي. سنڌڙي جي خوبي وري هيءَ آهي، تہ انهي سندس ڀونءَ ۾ پراچين آريہ ورت جي سڀيتا جي لهر سان، قديم ايران ۽ عرب جي تهذيب جي لهر بہ اچي گڏي آهي. ۽ انهي سنگم ڪري، منجهس اهڙيون ڪي ڀيڙيون پيدا ٿيون آهن، جن مان، موتي بہ ڪي بينظير نڪتا آهن "تنهن ۾ بہ، شاهہ ۾ تہ عرب جي اسلامي، ايران جي صوفياڻي راز سان گڏ، نج پراچين آريہ ورت جي ويدانت ۽ يوگ جو ڳجهہ لپيٽيو پيو آهي.

راڻي جي رهاڻ مان، ڪو آديسي آيو،
چوڏهينءَ ماهہ چنڊ جيئن، ڪيو ساميءَ سهائو.

"اهي آديسي، اُهي سامي مومل راڻي وارا، اُهي جوڳي، رامڪلي ۽ سر سورٺ وارا. تن جو گيان شاهه جي شاهاڻي شعر ۾ سمايل آهي. پر اُنهن سان گڏ، منجهس قرآن، مثنوي، گلشن راز وغيره جي معرفت بہ مڙهيل آهي.

"ٿوري ۾ ائين چئجي، تہ اهڙو ڪو پيو هنڌ، ٿورو ڪجهہ پنجاب ڌاران، هندستان ۾ ڪونہ سُجهي، جتي اُنهن تهذيبن جي ائين شادي ٿيل هجي.

"جيئن شاهه، تيئن سچل.

"سچل جا ڪلنگي وارا ۽ لالا موهن، تن سان رسُول ۽ منصور ملي، وحدت جي وهانءَ ۾ هڪ ٿي پيا آهن.

"روحل تہ عجب عجائب آهي!"

"روحل جي ٻاڻي ۽ سندس طالبن، ساهوءَ، مراد،، غلام علي ۽ درياهه خان جو ڪلام آهي ئي هنديءَ ۾.

**سمجهہ من درشن، ايهي اپنا رُپ پڇاڻ،**

**ممتا ماتا من ڪي، ڪبڌيا درمت پئن،**

**جنتا راڻي سون سدا، رل مل ڪرتا چئن.**

اِهو ڪلام ڪنبڙيءَ واري روحل جو آهي، جنهن جو اثر نہ رڳو سنڌ ۾، پر سنڌ کان ٻاهر بہ آهي، روحل پوري پوري ڄاڻ پرائي چيو :

**روحل! راهه پرين جي، جڏهن گهڙي ڏنوسين گهير،**

**تہ رب مڙني ۾ هيڪڙو، جنهن ۾ ڦند نہ ڦير.**

"اسلام، تصوف ۽ ويدانت جي اهڙي شادي، ڪٿي ڪانہ ٿيل آهي."

جئن، هنن مسلمان ٿي، ويدانت جا واکيہ چيا، تئن، هندن ۾ سامي ۽ دلپت وري اَلست ۽ مرشد جا ٻول ٻوليا.

"هڪڙي ندي گنگا، ٻي ندي جمنا، ٻنهي جي اندران جئن ٽين ندي سرسوتي، پرياگ وڏان وهي ٿي، تئن هت سنڌ ۾ بہ، مٿن ٽن تهذيبن جي تهہ اَندران، ٽين هڪ ڳجهي ندي ايڪتا ۽ اتحاد جي جاري آهي.

"هندستان کي سچي ايڪتا جي واٽ، اسين سنڌي ڏيکاري سگهنداسين.

پر اِهو تڏهن، جڏهن پنهنجي لاثاني ورثي جا پاڻ واقف ٿي، دنيا پرڪي اهو نياپو پهچائي ڏينداسون."

"اولهہ کي بہ، جڏهن سنڌ جي صوفياڻي آب حيات جو جام ملندو، تڏهن ئي اولهہ سچيت ٿيندو."

"انهي اِنبرت جو، اُجا ڪو ڏک مس رويندڙ پيارو اٿس، تہ مست ٿي ويو آهي، جڏهن، هندستان جي آتم وديا جا ڪي دنگ پيئندو، جڏهن سنڌ جي سرمستن جي اصل شناسي واري شراب جون تڪون ڏيئي پيئندو، تڏهن سندس بجر ڪپاٽ کلي پوندا، ۽ ٻن ٻارين جي وچ ۾، اها ڪا لاٽ ڏسندو، جا ڪيس اڏي ڇڏيندي."

ساڳئي ١٩٢٢ع واري سال ۾، ڇيتمل، سچل سرمست" جي نالي سان ڪتاب ڪڍيو. چي: "هي ننڍڙو ڪتاب سگوري شاعر سچل سائينءَ جو، آئون وڏيءَ سک سان پڙهندڙن جي اڳيان ٿو رکان. آرزو اٿم، تہ هن ننڍڙي ڪتاب جي سڳنڌ وٺي، شائق سچل جي وڏي رسالي جي چمن ۾ گهڙڻ جي دل ڪندا."

ڇيتمل لکيو آهي تہ "سچل جو ڪلام اهڙو زندهہ آهي، اهڙو سهڻو آهي، ۽ اهڙو مستيءَ ۾ آڻيندڙ آهي، جو ڇا چئجي! آئون، هن جي عجيب شوق جي شربت جو، فقط ڪو ذائقو وٺائي سگهندس. پر جي ڀانيو تہ ڳيتون ڀري دل من ٺاريون، تہ اوهين سندس ساري ڪلام ۾ پيهي ڪو مزو ماڻي ڏسو."

ڇيتمل لکي ٿو تہ سچل سائين، پنهنجي جنم جو نئين ريت فيصلو اڳ ۾ ئي ڪري ڇڏيو آهي! چوي ٿو: مون کي نڪو ڪنهن ڄڻيو آهي، نڪو ڪنهن نپايو آهي.

اسان نان ڪنهين دي جائين هُون،
اسان نان ڪنهين دي نپائي هُون.

پڇپائونس تہ فقير، خبر ڪر، تڏهن هئين ڪٿي، ۽ هتي آئين ڪئن؟

چوڙ فلڪ زمين تي آيا،
عرش ڪرسي وچ ميءَ سمايا.

چي، آئون آسمان کي ڇڏي، زمين تي آيو آهيان؛ پلا سائين کي ڪيئن ڇڏيو؟ چي، آئون عرش ڪرسيءَ وينو هوس، پر اهو عرش بہ مون کي پورو ڪونہ پيو، ۽ انهي ڪرسيءَ ۾ سمائجي ڪين سگهيس. تڏهن تہ هتي ڏسڻ ۾ اَچان، نہ تہ :

مائي باپ نہ ميرا ڪوئي،
اُٿان سچوُ پل سڏائي هوُن.

منهنجو نڪو آهہ پيءُ، نڪا آهہ ماءُ، اُٿان (اِتي) پل ۾ ٿو سچوءَ جي نالي سان سڏجان.

انهي رڱو سندس هڪڙي گفتي مان، سمجهوءَ کي اهڃاڻ پهچندو، تہ هي ڪو بلڪل غيبي انسان آهي، سندس سارو ڪلام، انهيءَ ڳجهہ جي اپٽار ۾ پريل آهي.

سچل سائين، انهن سائينءَ جي سنواريلن مان هئا، جي مستيءَ ۾ اچي، چوَڻ ٿا لڳن:

"مذهب مُور نہ مجيان،
آئون مشرب منجهہ مدام."

❋❋

"عشق لڳيئي تا، ڪر آمين،
نا منجهہ ڪفر، نا منجهہ دين."

چوي ٿو تہ هتي ڪفر ۽ دين جي ڳالهہ نہ آهي، هتي ڳالهہ عشق جي آهي:

"ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذهب ڪيائين معاف،
سچو انهيءَ ڳالهہ ۾، خس نہ آهہ خلاف."

"سچل جي ٻاٽيءَ ۾ "منصور" جون ڳالهيون بلڪل گهٽيون ٿيون اچن. منصور، سچل جو، "آدرش" آهي، منصور حلاج بلڪل آزاد خيال صوفي هو. هوُ ان وقت ۾ پيدا ٿيو هو، جڏهن "شريعتي" پابندي بلڪل گهٽي هئي، هي يار دم هڻندو هو "انالحق" جو، يعني تہ آئون حق آهيان. حق جو نالو ساڳيو آهي،

جنهن کي ويدانتي ”ست“ ٿا چوَن. يعني هُو چوندو هو تہ آئون ست وستوُ آهيان. جيئن سري شنڪر آچاريہ جو چوڻ هو. تہ آئون ست چت آنند آهيان. تيئن هن بہ چيو تہ آئون حق آهيان. جيئن شنڪر آچاريہ چيو تہ ”شووهم“ آءٌون شو (پرم آنند) آهيان تيئن منصور بہ چيو ”اناالحق“. آئون حق آهيان.

”منصور جي وقت ۾، تنگ خيالي ۽ ظلم وڏيڪ هئا. انهيءَ ڪري، ملن هن کي گهڻو ستايو. آخر، هن جي چمڙي لاهرائي. عاشق شاعر سچل منصور جي زندگيءَ تي خيال ڪندي، خوب هن جي گڻن جو بيان ٿو ڪري. چوي ٿو تہ منصور ڪهڙو نہ مڙس هو! سچ چئي ڏنائين. مصيبت ۾ موت جي پرواهہ ڪانہ رکيائين.

**”سچ ٿا مرد چون، ڪنهن کي وٺي نہ وٽي،**
**ڪوڙيءَ دوستي جو دم، ٻٽي نہ ٻٽي.“**

”سچل سائين ”منصوري“ دم هڻندڙ هو. سندس گفتن، ملن ۽ مولوين ۾ وڏو ولولو پيدا ڪيو.

چي، خلق مڙيائي نُوراللہ جو آهي. پوءِ ڇا جا هندو، ڇا جا مسلمان! جي ائين سمجهندين، تہ تون گل گلابي ٿيندين. البت اِنهي ڪري، منصور وانگر مارجي وڃين تہ بہ فڪر نہ ڪج. چيائين:

**”دين ڪفر، اسلام مذهب، اَول ڇڏڻ درڪار.“**

شاهہ سائين جو بہ چوڻ آهي.

**”اوهي ڪم ڪريجي، جس وچ اللہ آپ ٻٽيجي،**
**دين ڪفر اسلام عاشق ڪڏهان نہ اَڙيجي.“**

❋❋

**جان جان، مسجد، منبر مناري، نهين سي ويران ٿيون،**
**تان تان راهہ قلندر والا، حاصل ڪڏهان نہ ٿيون.**

اَهڙن گفتن ملن کي گهڻو چيڙيو، چوَن ٿا تہ تن ڏينهن ۾، رياست جا مير اهڙا تعصبي ڪين هئا، نہ تہ سچو بہ منصور جيان سر ڏئي ها.

سچل ملن تي چٽرون بہ ڏاڍيون ڪيون:

ملان نہ ڪارڻ مانين، ميان ختما پڙهن ٿا خاصا،
هلي اچن ٿا ڪنن تي، ميان هٿ ۾ ڪيون عاصا،
جڙي ويهن ٿا مانين تي، ميان ڪکيون پرين ٿا پاسا،
ملان چون ٿا ڪين ڪيونٿا، ڪائي وجن ٿا ڪاسا،
سچو سچ چوي ٿو ظاهر، ٻنيون گهمن ٿا پاسا.

اهڙيءَ ريت سچل، انهي ٻهروپيءَ "اندر هڪڙي ٻاهر ٻي" خلاف زبردست آواز ڪڙو ڪري ٿو.

سچل سائينءَ مستيءَ ۾ آيو آهي:

پڇو نہ منهنجي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان.
اڇڻ اسان جو ٿيو اتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات.

❋❋

ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي،
آئون جوئي آهيان، سوئي آهيان.

❋❋❋

چيٺمل لکيو آهي سچل سرمست جي مئخاني ۾، درازن منجهہ، سندس ڪيترا ٻالڪ اَمبرت پياسي رهندا هئا، ۽ سالڪ وٽان فقيريءَ جو منجهہ لهڻ لاءِ ڪانکي هوندا هئا. انهن مان برک، هڪ يوسف هو. سچل جا ٻالڪا، سڏبا فقير هئا، پر منجهائن ڪي، تہ زمين وارا وڏ آکهيا هئا. مثلن يوسف فقير، جنهن جو اصل نالو نظر محمد هئو. اهي ٻالڪا فقيريءَ جي امانت لاءِ طالبو هئا. اها امانت ان کي جڙي، جو آزمائش مان لنگهي پار پيا. اهو پنڌ بہ اوکو آهي.

سچل سائين، يوسف کي گهرايو ۽ چيائين اچ تہ تون نانڪ آهين. سچل جو نانڪ شبد اُچارڻ سان، يوسف وجد ۾ اچي ويو. يوسف پيو پائڻي، تہ مٿو سندس، درگاهہ جي ڇت سان پيو لڳي ۽ پير زمين تي. هڪ اِلاهي مستيءَ ۾ داخل ٿيو. ميان سچل چيو تہ اَبا نانڪ يوسف کي سمهاري ڇڏيو. چوڻ ۾ ٿو

اچي، تہ ڪي ڏينهن غش ۾ هو. آهستي آهستي سرجيت ٿيندو ويو. يوسف جو اَندر ڪلي پيو. سچل، بيشڪ، امانت پنهنجي يوسف کي ڏني.

"... هي صُوفي عارف، اچوڪي سمي وارا اُستاد نہ آهن، جن جي سڪيا ٻاهرين ٽڪ آهي. هنن جي ريت پنهنجي آهي. جيئن فرينچ عارف فيلسوف رومان رولان وويڪانند نسبت لکيو آهي تہ رامڪرشن جي آڱوٺي ڇهڻ سان، ڪيس اهڙي وجد ۾ وڌو، جو وويڪانند ٿو چوي تہ "منهنجا ڪپاٽ ئي کلي ويا." ساڳي ريت، سچل يوسف سان بجا آندي."

چيتنمل وڏيڪ لکيو آهي: "مون بہ سالن کان يوسف جو نالو ٻڌو هو. ڪي ڪلام ڪنن تي پوندا هئم، جي خوب خوشي پيدا ڪندا هئا.... فقير نظر محمد (يوسف)، ذات جو ڪوڪر، سنڌ جو ويٺل مسلمان ۽ سڏائي پاڻ کي "نانڪ يوسف". سو ٻڌي پهرين تہ وائڙو ٿيس، ۽ تعجب لڳم. ۽ جڏهن ڳالهہ سمجهيم، تڏهن خُوب خوش ٿيس. سچل سرمست تي ڪتاب، جو مون ١٩٢١ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، تنهن ۾ ڇاٽايو اٿم تہ پرين جي هڪ هندو بزرگ کان خبر پيم تہ سچل جي درگاهہ جو، گرونانڪ جي دربار سان ۽ گرو گوبند سنگهہ جي پوئلڳن سان، سندس ناتو آهي. سچل فقير جي ٻاٽيءَ ۾ بہ "ڏن گر اوُر ڏن گيان، نانڪ لڇمڻ ميرا نام"، نہ رڳو، نانڪ ڏي اشارو آيل آهي، پر ڪلنگي واري ڏي پڻ.

چيتنمل لکيو آهي تہ ڪي چون ٿا تہ نانڪ معنيٰ آهي: "نہ انڪ". نہ انيڪ، پر ايڪ. يوسف سچو صوفي، هن کي جهڙو گرونانڪ، تهڙو سري ڪرشن، تهڙو پيغمبر صاحب، تهڙو حضرت علي، تهڙو درازن وارو گر سچل. هن مڙني دنيا جي گرن ۾ ايڪو ڏٺو آهي. فتح جي فتح ٿو ملهائي.

"نانڪ يوسف گرو فتاح، سڀ ڪنهن صورت هيڪ الله"

***

"نبيان غوثان، قطبيان تاري، هوندي مرد اوُتاري ياري،
ٻارنهن چوڏهن ساڏ سچاري، نانڪ يوسف ڀڳت اَپاري."

نانڪ يوسف عاشق کي اِهائي هدايت ٿو ڪري، ته پنهنجي اندر مان آپو ۽ خودي ڪڍي ڦٽو ڪر. چو ته:

"ڪين ماهيندا من ۾ خودي ۽ خدا.

ٻن تِرارين جاءِ ناهه هڪ مياڻ ۾."

جن آپو وڃائي، خوديءَ کي خنجر هنيو، سي شهيد ٿي ويا. انهن ڪثرت جي ڪوٽ کي ڊاهي پٽ ڪيو. ۽ وحدت جي ساگر ۾ غواصن جيئن ٽٻيون هڻي، ماڻڪ ۽ لالُون پائيندا. سچي گيان ۽ پرڪاش دواران وتندا اڳتي وڌندا ۽ وکون وڌائيندا. انهيءَ رمز ڀري راهه ۾، پنڌ پوڻ ۽ "قدم پڇي چاوَن" جي ڳالهه ئي نٽي اُٿي. وچ وارا لوڏا پاٽمرادو دور ٿي ويندا، ۽ وچ واري اٽڪن واري ديوار پاٽمرادو ڦهه ڦهه ڪندي ڪري پوندي، ۽ عاشق حق سان هيڪڙائي حاصل ڪري يار سان ملي، هڪ ٿي ويندو.

آپ وڃون ڪر پاسي، عاشق مار ٽٻي وچ شهدي،
ٿي غواص، ويندي وچ وحدت، طالب عشق الله دي،
ڪتي قدم نه چاون پڇي، رمز رهين وچ رهندي،
نانڪ يوسف ياران ملدي، وچ ديوار ڦهه ڦهه دي.

"نانڪ يوسف" واهه جون روحاني رهاڻيون ٿو ڪري ۽ پنهنجي ڪلام دواران روحاني راز ۽ ڳجهه ٿو سلي. سندس ڪلام ۾ ائين سمايل آهي، جيئن مکڻ منجهه ڪير. نانڪ يوسف جي واڻي ڇڱن ٻولين ۾ آهي، هت، سندس واڻيءَ جا ڪي سنڌي شبد ڏيڻ بي جاءِ نٿو سمجهان:

**خالق آهي خلق ۾**

جاڻن پنهنجو پاڻ کي هيءَ خرابي بس،
ڪير هلائڻ هڻڻ ۾، رمز اِها ڏس ڏس،
خالق آهي خلق ۾، حڪم نه ڪو ڪنهن وس،
ڳالهه ڳجهي، ڳجهه عشق جو، آهه عشاقن گس،
ڏيهي ڏُئيءَ کي دس، يوسف يار جيئن سدا.

### تون ئي تون

تحقيقون تڪرار تون آهين، تُون تو وسين،
هر صورت ۾ سپرين، آهه سنڌءِ اسرار،
برٿر باغ بهاريا، سهٽيون سپ سينگار،
پرتو وير تهانجو، جيئن سُورج جو لهلڪار،
يوسف دل ديدار، هادي هردم تون ويس.

### پاڻُون سڃاڻج پر

عاشق اِن احوال ۾، ناهه تفاوت تر،
خلق الاشياءُ وهو ڪينها، پاڻُو سڃاڻج پر،
دل ڏس ديوار مون، وٺي نانءُ ننگر،
ڳالهه سچي سچ يار جي، پائن نه عاشق اِر،
آهه منجهيئي مر، نانڪ يوسف يار جو.

### توهون توکي تو پرين

مان مان تون تون ۾ توهين، توهين توهين تار
فلڪ ملڪ آن خلق ۾، گويا تو گفتار،
يوسف سمجهه يار، توهون توکي تو پرين

### پاڻ سڃاڻي مار اناالحق دم

عشق الله امداد انهن سان، هرڪو سچ سچارو ٿي،
منجهه درياهه وحدت جي واريون، وجهنديون پريم سارو ٿي،
پاڻ سڃاڻي مار ..اناالحق دم، اهو اچ وارو ٿي.

### جو آهين سو آهين

عاشق پاڻ وسار، تون تا جو آ.ين سو آهين

هي ڪتاب "نانڪ يوسف"، هڪ وڏي هٿ سان لکيل "دستخط" تان سهيڙيل آهي. هي "دستخط" لڳ ڀڳ پنجاهه سالن جو آهي. اهو دستخط، ٻئي

سچڻ جي هٿ جو لکيل آهي، جنهن صاحب وڏي محنت ۽ جاکوڙ ڪري، چينمل جي اصل لکيل لکيتن کي، هن شاهي "دستخط" هيٺ آندو آهي. انهيءَ دستخط ۾ ڪيترا سارا شاندار ۽ لاثاني مضمون آهن. جي اِهي "دستخط" وارا مضمون، اڻ ڇپيل ئي رهجي وڃن ها، تہ سنڌي ساهت کي ڳرو ۽ وڏو نقصان رسي ها. ۽ سنڌي ساهت جو اُملھ ۽ بي بها خزانو، هُونئن گمناميءَ جي اوڙاهہ ۾ پئجي وڃي ها.

آئون تہ ائين چوندس، تہ گذريل مارچ مهيني ۾، ڀاءُ ابراهيم جويو، بمبئي ۾ پيل آيو، جيءَ آيو ۽ نچ آيو، جو سنڌي ساهت جي مٿيادار ماڻڪن کي "دستخط" واري حالت مان ٻاهر نڪري، ڪتابي روپ ۾ اَچڻ جو شرف حاصل ٿيو آهي.

بمبئي، آڪٽوبر ١٩٩١ع

موتيرام ايس رامواڻي

# نانڪ يوسف

سچل سرمست جي مئخاني ۾، درازن منجهه، وٽس سندس ڪيترا ٻالڪ، امبرت پياسي رهندا هئا. ۽ سالڪ وٽان فقيريءَ جو منجهه لهڻ لاءِ ڪانڪي هوندا هئا. يوسف فقير، يعقوب فقير، صالح فقير، بهرام جتوئي، شير خان پنهيرو، شير علي ۽ ٻيا. انهن مڙني ۾، يوسف ۽ يعقوب برک هئا. هئا ٻه ٻئي سهڻي صورت وارا. ٻنهي تي سچل جو ناز هئو. پر يعقوب تي وڌيڪ.

اِهي سچل جا ٻالڪا سڏبا هئا. فقير منجهائن تہ ڪي زمين وارا وڏا آکيا هئا. مثلاً يوسف فقير، جنهن جو اصل نالو نظر محمد هئو. فقيريءَ جي امانت لاءِ طالبو هئا. اِها امانت ان کي جڙي، جو آزمائش مان لنگهي پار پيا. جو پنڌ بہ اوکو آهي. يعقوب ۽ يوسف، رات ڏينهن سچل جي (نزديڪ) خذمت ۾ رهندا هئا. هڪ رات، سچل يعقوب يعقوب ڪري سڏ ڪيو. پر يعقوب کو ويو هو تماشو ڏسڻ. يوسف آواز ڏنو: "ڏٽي، يعقوب تہ ڪونهي، پر سندس پٽ يوسف حاضر آهي." هي اشارو هو پراڻي انجيل واري حضرت يعقوب ڏانهن، جنهن جو سهڻو پٽ يوسف هو. سچل جواب ڪونہ ڏنو.

ساڳئي ريت، ٻئي رات بہ، سچل يعقوب ڪري سڏ ڪيو. وري بہ يعقوب ڪونہ هو. يوسف ساڳيو اُتر ڏنو. ۽ سچل جواب ڪونہ ڏنو. ٽئين رات بہ، ساڳيءَ ريت سچل پڪاريو. ۽ يوسف ساڳيو آواز اچاريو. انهيءَ تي، سچل وڏيءَ سڪ منجهان ڪوٺيءَ منجهان نڪري آيو. ۽ اچي، يوسف کي ڀاکر

پائي، گلي سان لڳائي، وڏي خوشيءَ سان چيو تہ جڏهن رب توکي اَمانت ڏياري، تڏهن يعقُوب کي ڪيئن ملندي؟

ٻئي صبح جو، سچل يوسف کي درگاھ تي گهرايو. ۽ چيائين اَڄ تہ تون نانڪ آهين. سچل جو نانڪ شبد اُچارڻ سان، يوسف وجد ۾ اچي ويو. يوسف پيو پائني، تہ مٿو سندس، درگاھ جي ڇت سان پيو لڳي ۽ پير زمين تي. هڪ الاهي مستيءَ ۾ داخل ٿيو. ميان سچل چيو تہ اَبا نانڪ يوسف کي سمهاري ڇڏيو. چوڻ ۾ تو اَچي، تہ ڪي ڏينهن غش ۾ هو. آهستي آهستي سرجيت ٿيندو ويو. يوسف جو اَندر کلي پيو. سچل، بيشڪ، اَمانت پنهنجي يوسف کي ڏني. سا سندس ڪلام مان پرسدّ آهي. اِنهي ڪلام ۾ "نانڪ يوسف" ڪم آندو اَٿس.

مرزا علي قلي بيگ، جنهن سال ١٩٠٢ ۾، سچل فقير جو ڪلام ۽ سندس احوال گڏ ڪري، رسالو ڇپايو، سو مٿين ڳالهہ لکندي، ائين بہ ٿو ڄاڻائي، تہ يوسف ڪن ٻين فقيرن سان گڏجي، امرتسر ويو هو، جتي گرونانڪ جي سوني دربار آهي. امر تسر ۾، يوسف نوَ ڏينهن مراقبي ۾ وينو رهيو. انهيءَ وقت چوڻ ۾ ٿو اچي، گرونانڪ جي گديءَ تي جيڪو فقير هو، سو گذر ڪري ويو. يوسف ڊوڙي وڃي، هن جي گاديءَ تي ويهي رهيو. ۽ چيائين تہ آئون نانڪ آهيان، تنهن تي سندس آزمائش ورتائون. ٿهڪندڙ تيل سان سنان ڪرڻ لاءِ چيائونس، جو هوُ ڪري ويو. پوءِ، ٿورا ڏينهن اُتي رهي، پنهنجي وطن ۾ آيو.

مرزا علي قلي بيگ جي مٿين ڏنل خبر ۾، اندر وڃڻ جي ضرورت نہ آهي. هي قصو تقريبن ڏيڍ سوَ ورهين جو تہ ڏسجي ٿو.

چون ٿا تہ سچل فقير ١٧٥٧ع ۾ ڄائو ۽ ١٨٢١ع ۾ گذر ڪري ويو. بيدل فقير ٿو چوي تہ "پنهنجي رايي پرين، نوي ورهيہ نروار هو." انهيءَ رايي موجب، سچل ١٧٣٩ع ۾ پيدا ٿيو هوندو، جنهن کي، اڄ بہ، بہ سوَ ورهيہ ٿيا. يوسف فقير بہ ساڻس چڱو وقت سنگت ڪئي، ۽ امر تسر طرف بہ يوسف فقير جو وڃڻ ڏيڍ سوَ ورهيہ اڳي ٿيو هوندو. مون پنهنجي سر، درازن ۾ درازي دوستن کان

شاعر فقير نانڪ يوسف نسبت، ڏنل حقيقت بابت پنهنجا پنهنجا ڪئي آهي.

امرتسر ۾ خاص ڪجھ وقت گذاريو ڏسجيس ٿو. البت، اها ثابتي جڙي نٿي سگهي، تہ گرونانڪ جي گديءَ جو وچي حقدار ٿيو. اِهي ڳالهيون وڏاءَ جون آهن. اول گرونانڪ جي گادي ٿيئي ڪين! گرو گوبند سنگھ ڪانپوءِ، ڪوبہ گاديسر ڪونہ ٿيو. پوءِ نانڪ يوسف گاديءَءَ تي ڪيئن ويٺو؟ باقي، انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي، تہ خوب سکن ۽ اَڪالين جي سنگت ڪئي اٿس. اها مؤج سندس ٻاٽيءَ ۾ ڏنل آهي. نانڪ يوسف جي واٽي چئن ٻولين ۾ ڏنل آهي. (١) نج سنڌي (٢) سرائڪي (٣) هندي ۽ پنجابي (۴) پارسي.



# درازا

نانڪ يوسف جي حياتي، ڪلام ۽ ڪم جي واقفيت رکڻ لاءِ درازن جي صوفي مرڪز جي تواريخي ڄاڻ جو هئڻ ضرور آهي. درازا، اڄ بہ، سنڌ جي جيئرن صوفي مرڪزن ۾ مکيہ آهي. اڄ بہ، هن اُستان تان "هندو مومن ناهيان" وارو آواز وڄي ٿو.

آئون، نڪي ڪنهن خاص صوفي مڪان جو پوئلڳ آهيان، نڪي مقبري پرست آهيان، پر، آئون سنڌ جي حيرت انگيز صوفي، صوفين جي حياتي، ڪلام ۽ ڪمن جو عاشق آهيان. صوفين جي زندگي، خيال ۽ تحرڪ جي جاچ ۽ ڳولا جو شائق آهيان. اُنهن مرڪزن ۾، اڄ جيڪي ورتي ٿو، تنهن سان شامل ٿجي يا نہ ٿجي، سندن ريتن، رسمن جي پائبندي جي ضرورت نہ آهي.

مکيہ ويچار اِهو هئڻ جڳائي، تہ هنن صوفي مئخانن ۾، سندن سرمستن جيڪو معرفت جو منڌ ٺاهيو، ۽ انهيءَ اِسراري شراب ۾ جيڪو روحي آب درج ڪيو، تنهن منڌ جي خوشبوءِ، ڪيتري قدر، اڃا بہ ڦهلجي ٿي. ۽ آتمڪ آب جو تاب، ڪيتري قدر اڄ بہ روشني ڏئي ٿو. منهنجي خيال ۾، منهنجو رايو آهي، تہ اڄ بہ، صوفي معرفت جا موتي ڪمائتا آهن. اڄ بہ، درازن ۾ ڪو راز موجود آهي. انهيءَ درازن جي ڪامل شاعر سچل سرمست جي پٺيان، انيڪ سهڻا شاعر پيدا ٿيا، جن جا ڪلام موجود آهن. جي اڄ بہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٻولجن ٿا.

هي شاعر نانڪ يوسف، اُنهن سچل جي مئخاني مان پيتلن ۾، اوّل درجي جو آهي. ڪنهن ڪنهن هنڌ تہ سچل جهڙو ٿو بکي، ۽ شايد، ڪن هنڌ پاڻ بہ وڌيڪ! اها ڳالهہ صحيح آهي، تہ اها مستي ۽ ذات جي اَمانت، سچل وٽان ملي اٿس. چيائينس تہ تون اچ نانڪ آهين، تہ وجد ۾ اَچي ويو.

هي صو ارف، اچوڪي سمي وارا اُستاد نہ آهن، جن جي سکيا ٻاهرين ٿڦ آهي، پر، هنن جي ريت پنهنجي آهي. جيئن فرينچ عارف رومان رولان وويڪانند نسبت لکي ٿو، تہ رامڪرشن، پرمهنس پير جي آڱوٺي ڇهڻ سان، ڪيس اهڙي وجد ۾ وڌو، جو وويڪانند ٿو چوي: ”منهنجا ڪپاٽ کلي ويا.“ ساڳيءَ ريت، سچل يوسف سان بجا آندي، مون بہ سالن کان يوسف جو نالو ٻڌو هئو ۽ ڪي ڪلام ڪنَ تي پوندا هئم، جي خوب خوشي پيدا ڪندا هئا. مرحوم درازي دوست آغا صوفي صاحب چوندو هو، تہ نانڪ يوسف واري ٻاٽي موجود آهي. پر مون کي، اها ٻاٽي ملي، رڳي پر سال. اِنهي ٻاٽيءَ پڙهڻ سان، درد کهڙا چاڙها ٿو چڙهائي، حيرت حال ڇا آهي، عشق کهڙا ٿو سچ سچائي، ۽ حسن دل تي کهڙا دُرا ٿو وهائي. شاعر پاڻ ٿو اُنهن ڇنن کي برک ٺهرائي. انهيءَ بنياد تي ٿو، پنهنجي شاعراڻي عمارت اَڏي.

هن ننڍڙي گرنٿ ۾ اُپٽار ڪبي، سندس ٺاهيل ڪلام سان. هن جي حياتيءَ جي ڪن مکيہ واقعن جي بہ خبر، سندس ڪلام مان جڙي سگهي ٿي.



# نانڪ ڪيئن؟

مون ۾ پهرين ڇڪ هن شاعر ڏي "نانڪ" شبد پئدا ڪئي، ڇو ته "نانڪ" مون لاءِ، نه رڳو، مهاگرو آهي، پر شاعر اَمر آهي. آئون نانڪ کي، دنيا جي اعليٰ شاعرن مان هڪ ٿو سمجهان. گرو نانڪ سنڌڙيءَ جو گرو آهي، ۽ سنڌين جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي.

فقير نظر محمد (يوسف) ذات جو ڪوڪر، سنڌ جو ويٺل مسلمان، ۽ سڏائي پاڻ کي نانڪ يوسف، سو ٻڌي پهرين ته وائڙو ٿيس ۽ تعجب لڳم. ۽ جڏهن ڳالهه سمجهيم، تڏهن خوب خوش ٿيس. سچل سرمست تي ڪتاب، جو مون سال ١٩٢١۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، تنهن ۾ ڄاڻايو اَٿم ته پرين جي هڪ هندو بزرگ کان خبر پيم ته سچل جي درگاهه جو گرو نانڪ جي درٻار سان ۽ گرو گوبند سنگهه جي پوئلڳن سان، سندن ناتو آهي. سچل فقير جي ٻاڻيءَ ۾ به "ڏن گرو اوُر ڏن گيان، نانڪ لڇمڻ ميرا نام". نه رڳو، نانڪ ڏي اِشارو آيل آهي، پر ڪلنگيءَ واري ڏي پڻ.

نانڪ ٻاڻي ۽ سچل ٻاڻيءَ جي پيٽ قدري ٿي سگهي ٿي. سچل جو اصل نالو عبدالوهاب آهي. سچل سندس تخلص آهي. سچل جي ٻاڻيءَ ۾ جتي ڪٿي ٿو اچي: سچو سچ اِهوئي آکي." گروءَ جي ٻائي، به، اِنهي ساچي ۽ سچ واري آهي. البت مڙني سچن ٻاڻين ۽ ڪلامن جو بنياد سچ يا ست آهي. صوفيءَ جو نعرو "حق حق" آهي. ۽ گرونانڪ خود صوُفي سردار آهي. چوي ٿو: سچ مليا تن

•

صوفيان." تنهن ڪري، اهڙي سچ جي صوفي سردار جي حياتي ۽ واٽيءَ جا، سنڌ جا صوفي صاحب گهاٽا ڇاٽو هئا. تنهن ۾ ته رتي شڪ ڪونهي.

نانڪ ٻاٽي، سنڌ جي صوفي ڪلام ۾ رتي پيئي آهي. پر خاص ناتو، سچل جي گهر جو ساڻس آهي. درازن ۾ نانڪ نالو بلڪل پيارو آهي. سخي ميان قبول محمد درازن جو عجيب آقا، جو اٽڪل سوَ ورهين جي ڄمار ۾ گذر ڪري ويو. تنهن به سنت، اڄ به سندس هندو توڙي مسلم پوئلڳن ۾ گهاٽو اثر ويٺل آهي، ته هو نانڪ روپ هئو. اٿين پيو پاڻنجي، ته سچل جي وقت کان به اڳي، هن گهراڻي جي روُحي بزرگن ۾ "نانڪ" نام موجود هو. تڏهن ته سچل يوسف ڪي وجد ۾ آڻ مهل، مٿس اِهو منتر ڦوڪيو: "تون اڄ نانڪ آهين."

## نانڪ يوسف

سچل فقير سنڌ ۾ ئي رهيو. سندس گشت سنڌ کان ٻاهر ڪونه ٿيو. پر "نانڪ يوسف" ته هندستان جا گهاٽا سُر ڪيا آهن، سا ڳالهه سندس واٽيءَ مان ثابت آهي. هو اُتر هندستان ۽ پنجاب ۾ رهيو ٿو ڏسجي. پورو پورو اُتي جي ٻولين جو ڄاڻو آهي. تنهن جو سبب مکيه اهو آهي، ته سکن، اڪالين، اُداسين، مطلب ته قسم قسم جي جوڳين، فقيرن، راڳين ۽ ڳوين سان گهاٽي محنت رکي اٿس. اُنهن جي سکيا ۾ يوگ ۽ ويدانت جو پُورو پُورو گيان اٿس. هنن جون ٻاٽيون، نه رڳو ڪنٺ اٿس، پر پيٽ ۾ آٿس. ۽ شاعريءَ جي ذات کان، هو ساڳئي ريت هندي ٻاٽيون پاڻ ٿو چوي.



# سنڌ صوفي تروينٽي

شاعر جو شعر ۽ سندس ٻولي، خاص ڪري، سنڌيءَ ۾ خوبين جي اُپٽار اُگهيرو ڪبي. پر يوسف ۽ نانڪ جي ناتي تي، سندس ڪلام مان روشني وجهڻ جي اَول ضرورت آهي. ڇو ته، انهيءَ سان ئي مکيه ۾ مکيه ثابتي ملي سگهندي، ته ڪيئن نه سنڌ ۾ صوفي اتحاد ذري گهٽ ڪماليت ڪري ڏيکاري آهي. سنڌ جي صوفياڻي تحريڪ تروينٽيءَ جيان آهي. پرياڳ (الهه آباد) ۾، ٽي نديون اچي گڏ ٿيون آهن. هڪ گنگا، ٻي جمنا، ٽين سرسوتي، سندن سنگم (ملاپ) اکين ڏٺو پيو ڏسي. چون ٿا ته ٽين ندي سرسوتي، ٻنهي جي هيٺيان گپت پيئي وهي. ٽنهي کي تروينِي ٿو سڏجي. انهيءَ اَستان تي لکها ياتري تيرٿ واسي ٿا اچي گڏ ٿين.

اِن ويچار کان، سنڌ صوفي تروينٽي هڪ نندي آهي. هڪ نندي ايراني پارسي تهذيب واري، ٻي نندي عربي تهذيب واري، ٽين پراڻي آرياڻي سنسڪرتي سڀيتا واري. انهن ٽنهي، سڀيتائن جو سنگم سنڌ ۾ آهي. سنڌ جي صوفي سڀيتا، سنڌيءَ جي صورت اندر، ٽنهي جو جوڙ آهي. سنڌ جي در منجهان، انهي ميلادي موج جو واءُ، هندستان اندر گهڙيو. ١٢ سؤ ورهيه اڳي عربي، ست سوَ ورهيه اڳي ايراني، نانڪ ايشيا جو گرو آهي. ۽ نانڪ جي بتايل سکيا ۽ پنڌ ۾، ڀارت ۽ ايشيا جي ايڪتا جو ڳجهه بتايل آهي. انهيءَ موج جا اوج، ڪبير ۽ نانڪ جي شاعريءَ ۽ فقيريءَ مان ظاهر آهي. نانڪي تحرڪ، اها

تروپٽي تحريڪ آهي. عرب ايران کان آيلن لهرن جو سڏ. گرو نانڪ اونايو. ۽ ڀارت جي رنگ ۾ روحي راز جي صورت، عربستان تائين گرو سڏي ڏيکاري.

نانڪ ايشيا جو گرو آهي ۽ نانڪ جي بتايل سکيا ۽ پنڌ ۾ ڀارت ايشيا جي ايڪتا جو ڳجهه بتايل آهي. سچل. سائينءَ جو گهر خليفي عمر فاروقيءَ جي نسل مان آهي. درازن جو اهوڪو گادي نشين ۴۴ پيڙهي آهي. اُنهن فاروقي اميرن، صدين کان سنڌ ۾ فقيري اختيار ڪئي ۽ سنڌ جي ڪامل شاعر سرمست سچل، گرونانڪ جي آتما کي اُٿاري، پنهنجي پياري فقير يوسف هٿان، نانڪ نام اُچاريو. گرونانڪ جي ٻاٽي، شاهه لطيف کان وٺي، سنڌ جي اڪثر صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ درج ٿي پيئي آهي. پر نانڪ يوسف جي مؤج ۾ ۽ مستي، نانڪ روپ آهي. پاڻ ٿو چوي:

"ياريوسف ڪي تا پڙ ڪوٺن، ڪيئي نانڪ شاهه!"

وري ٿو چئي:

**"ڪهان دونو نانڪ يوسف، دوست دل ۾ هي."**

چوي ٿو: آئون آهيان نانڪ، پر ترڪن (مسلمانن) ۾ ترڪ ٿي آيو آهيان!

**"نانڪ ساڌ اوتار جو پايا، ترڪان ۾ رنگ ترڪ بنايا."**

مگر نانڪ جي نام سان، ۽ سندن سکن سان ڪيڏي نه محبت ۽ صحبت اٿس!

چا ٿو چوي:

**"نانڪ هوندا نام سين، سدا سڪارا سڪ،**
**منڪرن جي مغز جي، ماري ڪيندا مڪ،**
**نانڪ شاهي ناميا، هونگ جنيجي هڪ،**
**غازن جن گرن جي، نيئي پهلي پرتٿون پڪ،**
**دنيا بازي درنگي، ڪوڙ ڏيکاءُ ۽ ڏک،**
**سي تار نه پسندا تڪ، جي نانڪ گرچرني لڳا."**

مٿئين بيت مان اشارو آهي ته شاعر جي سنگت گهري ۽ گهاٽي ٿي

ويئي. هو مٿن عاشق آهي. چي هي سڪ غازي آهن. سر هٿ ۾ ڪنيو بيٺا آهن. هنن جي پريت منجهان پهل پيتي آهي. هوُ الله جي عشق ۾ رتل آهن.

**"نانڪ يوسف الله، وچ عاشق قرن أڪالي."**

ڪيئن نہ، هڪ ئي سٽ ۾ ٿو گروءَ جي سڪيا جو تت سمجهائي. اها "ناميارا" نانڪ شاهي ڪير آهي؟ "هونگ جنيجي هڪ" برابر سچو گرنٿ سمايل آهي. پهرئين سلوڪ ۾. پهرئين سلوڪ جو پهريون آواز "هونگ" ڇا آهي؟ "ايڪو!" صوفين اِهو ايڪو سمجهيو. قرآن سڄو سمايل ڪلمي ۾ آهي. ڪلمي جو پهريون اکر ڇا آهي؟ "لا" معنيٰ "نہ"! گرو چوي ٿو ايڪو. قرآن چوي ٿو "نہ پيو". ساڳيو پهريون سر ويد جو آهي "نيتي نيتي"، نہ نہ. هڪ بنان ڪو ناهي پيو. هي صوفي امر آهن. سچا شاعر آهن ۽ سچن شاعرن جو پهريون آواز آهي ايڪو.

**ايڪي ڏانهن، ايڪي ڪان، "هئبي ۽ هوسي".**

شيلي ٿو چوي: عميق ۾ هڻ ٽبي، پوءِ ڇا ڏسندين؟

**جت آهي ايڪو، "وسي ٿو نج ايڪو.**

نانڪ يوسف بہ اهو ايڪوئي واڇيو آهي:

**"جي تون عاشق عشق الله دا، ڇوڙين ڪر شيطاني،**
**ايڪو رنگ ايڪو مل رهنا، رنگ بي رنگ مياني.**

سيني رنگن (ڪثرت) ۾ بيرنگ (وحدت) آهي. ايڪو ڪر انسان جو، دئي ڪر شيطان جو. اهي واٽيون، پڙهڻ وٽان آهن. وجد پيدا ڪندڙ آهن:

**نانڪ ٻولي ستگرو، قديم غيب حڪيم،**
**جي تئن ٻوجها ايڪ هئي، ايڪو رام رحيم،**
**ووهي رام رحيم هيءَ، ووهي قرب ڪريم."**

نانڪي ٻاڻيون، نانڪ يوسف جون مست ڪندڙ آهن.

"نانڪ يوسف" گرروواڻيءَ ۾ پاڻ سمايو آهي، ۽ گرواڻي منجهس سمايل آهي. سڪمنيءَ جو سڪ، اهڙو جوٽيو آهين، جا سڪ روپ ٿي، پنهنجي سڪمني

تو واچي.

تم هو گرڪي پياري سڪ، تم سين لڳي نہ ڪسڪي ٻڪ،

تم هو نرمل ساڌ بيچاري، سئون ساڌان پر واري وري،

هرگز تيري راکي پت، وچن گرُو ڪا مانو ست،

جسڪو پريم گرُو ڪا ڏيان، تس پرا راضي ڀڳوان،

جنڪا نهچا گرڪي نال، اُس پر گربهت ديال.

ستگترڪي سنگ جو ترساچا، ڪال ترڳ سون سوئنر باچا

گرڪا شبد سمر سڪمني، ست ڪي پر ڪهي هرگز ڏني.“

نانڪ يوسف ۾ نانڪي چوليون، نُور پريليوُن، سيچ ورنيوُن، اَنيڪ آهن:

يوسف يا ڪا سمرو ناما

دم دم بولو موهن راما

سندر هرجن من مهہ شاما

سبد گرُو ڪي ڪل نہ عاما

❋❋

ساڌو سنو هن سبد اَپار

الله مولا هو حق سارا

هادي مرشد ايڪ نظارا

رام رحيم پيغمبر پارا

نانڪ جس سمريا سو پيارا:

خوشيءَ ۾ اچي تو واهگروءَ جي فتح منائي. پر اِهو واهہ گرو، جهڙو، امرتسر ۾، عرب ملڪ ۾ تهڙو درازن ۾.

”در درازين محبت سچي يارو وچ وڪاٽي،

واهہ گرو جي شاهہ دراز، عاشق سچا سچ اوتار.“

آئون هي ٻاٽيون پڙهندي گدگد تو ٿيان. ”نانڪ يوسف“ شاعريءَ ۾

ڪيڏي ڪماليت پاتي، تنهن جي ٻوجهہ مون کي ڪانهي، نڪو آئون پيٽ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. پر شيلي شاعر ٺو چوي: "شاعريءَ جي وصف هڪ وڏي اها آهي، تہ جي اڏما شاعر جي من ۾ ٺا اُٺن، سي شاعر پنهنجي شعر دواران، پين ۾ ٺو اُٺاري". اها وصف تہ شاعريءَ جي "نانڪ يوسف" ۾ مون کي ڏسڻ ۾ خوف پيئي اچي.

ائين بہ نہ سمجهڻ گهرجي، تہ شاعر ڪو رڳو نانڪ "اڪر" کي چنبڙي پيو آهي. ڪي چون ٺا تہ نانڪ معنيٰ آهي "نہ انڪ". "نہ انيڪ، پر ايڪ". يوسف سچو صوفي، هن کي جهڙو گرو نانڪ، تهڙو سري ڪرشن، تهڙو پيغمبر صاحب، تهڙو حضرت علي، تهڙو درازن وارو گر سچل. چئي ٺو تہ مون لاءِ ڏهون گرو هو تہ "گرسچل". هن مڙني دنيا جي گرن ۾ ايڪو ڏٺو آهي. فتح جي فتح ٺو ملهائي.

نانڪ يوسف گرو فتاح، سڀ ڪنهن صورت ۾ هيڪ الله."

**

"نبيان قطبان، قحتيان تاري، هوندي مرد اوتاري ياري
ٻارنهن چوڏهن ساڌ سچاري، نانڪ يوسف ڳِت آپاري"

گرونانڪ بہ ائين چيو:

"چهہ گهر چهہ اپديش، گرگر ايڪو ويس انيڪ"

نانڪ يوسف بہ مُول ڳالهہ ويچاري آهي:

"يار ايس پياسي وچِي، جت مؤج محمد نُور جي"

**

"مهراج سارا، نبي سونهارا گرو همارا"

**

"سورما سي ساڌ سچا، جن مجيو محمد مير"

**

"اهي لوڪ ۾ مرد، سي ڪليو پيئندا ڪير"

❋❋

**علي کي عينون، ديکا هُون نينُون**

چوي ٿو تہ پيغمبر جو نور، کو روڳ ٻاهر کونہ آهي، پر خود درازن ۾ ويٺو آهي.

**"پيغمبر جي روز ڪچهري، شهر درازين وارو ٿي"**

چوي ٿو:

سچل منهن جو پورو گروُ آهي. سچل تان دم دم قربان آهي. سچل سندس پير مغان آهي.

**"پير مغان مون کي هئن فرمايو: وحدت وارو شبد سنايو"**

❋❋

**پير مغان جي در تي ڏوڙي پرزا پاڻ ڪيوسين.**



# دين مذهب

صوفيءَ جي مٿئين قسم جي محنت، طبيعت ۽ تربيت، کيس هميشہ تنگ خيال کان پري رکي ٿي. صوفي جو دماغ اعليٰ ۽ دل درياھ. صوفيءَ ايڪو پسيو آهي، تنهن ڪري، هندڪي، مسلمانڪيءَ کان پري آهي.

هي اکر ٻولڻ سوَلا آهن، پر اها دئي، پنهنجي حياتيءَ مان ڪڍي ڇڏڻ، ڪو سٿرو ڪم تہ نہ آهي. جس هنن صوفي صاحبن کي ههجي، جن اِهو ڪنو ڪنڊو ڪڍي، گلابي خوشبوءِ ۾ واسو ڪيو آهي. اها رهاڻ نانڪ يوسف خوُب ڪئي آهي:

"ڪفر اسلام ڪُون، اڳنان اُمامت"

امام ڏرم مذهب جي پيڏ کان پري آهي.

ڪفر اسلام تئون، نيارا نيارا

جيون جل سُورج، نہ نہ تارا

هيٺيون گفتو مزي جو چيو اٿس:

ملان هندو سين ڪر مسلمان،

ميمڻ اُسڪا نام هئي،

ڪلمي قر هووي ڪافر،

اڳ دي اس بدنام هيءِ.

محبوب! تون ڪيئن ٿو چوين تہ رڳو هندو براهمڻ آهي. يا مومن مسلمين آهين!

"ڪئون ڪهي تر هندو براهمڻ مسلمان يا مومن هو
يا وت بزرگ شيخ مشائخ، سيد نُور صفاتي!

**

"رومي شاهي زنگي جشي، نصراني يا هندو هو
بازيگر ڪي بازي ڪيلو، انسا ناچ نچائيندا"

هڪ خيال، صوفي بنهہ لاڪوفي آهي، جئن سچل ٿو چوي:

"مذهب مُور نہ مچيان"

پر ٻئي خيال کان، صوفي هر مذهبي آهي، هن کي سڀ پيارا آهن. لاڪوفي، يا سرو ڏرمي منزل هڪڙي، نانڪ يوسف سروَ ڏرمي آهي:

"جٺيو عشق پائي، اسلام جڳائونگي"

کهڙو نہ عجيب گفتو، چي: آئون اسلام کي جڳائيندس، نہ هندن کي مسلمان ڪرڻ سان، پر عشق جو جٺيو پائڻ سان! اهڙو درد وارو حيرت مند، عاشق، حسن ڀرپور نانڪ يوسف هئو، بيشڪ سچل جي امانت وٽس هئي. اڄ بہ سنڌ ۾ "نانڪ يوسف" جي ڪلامن جون ڪوٺ ڪٺ جهمريون ٿيون پون پر هن جي بينظير شعر جي ڪيترن کي سڌ ڪانہ آهي، ڇو تہ رسالو ڇپيل ڪين آهي.

مون کي، بنهہ تازو، گهڻن سالن جي پڇا ڪانپوءِ، منهنجي دوست ڀاءُ ولبداس گاجرا صوفي درازيءَ جي مهربانيءَ سان رسالو مليو، جو مون وڏيءَ سڪ سان ڏٺو. درازن ۾ جيڪو دستخط خزانو رکيل آهي، اُنهيءَ تان اتاريل آهي، سمورو سمجهڻ بہ مشڪل آهي. جڏهن اصلوڪو نظر مان ڪڍجي ۽ سوڌجي، تڏهن ڀلن ٻنان واقف ٿجي. تنهن هوندي بہ، ڪجهہ مڙيوئي ميناج وٺي سگهجي ٿو. نانڪ يوسف جو ڪلام، سچل جي اڌ جيترو تہ واهہ جو ٿيندو. مون، ڪجهہ ان ڦولواريءَ مان، ڪا گلن جي چونڊ ڪئي آهي. جنهن جو سواد، ڀائرن کي وٺائڻ گهران ٿو. پر اصل اٿاهہ آهي، جو جڏهن ڇپبو، تڏهن شائقن کي خوشنود ڪندو.

مون نانڪ يوسف جا گفتا ۽ ڪلام، ڪيترن شعرن جي شائقن دوستن کي ٻڌايا آهن. ڪن هنڌ ويارڪياڻ بہ ڏنا اٿم. دوستن جو چوڻ آهي، تہ هيءَ سوڪڙي هيترا ڏينهن ڪٿي لڪي رکي هئي؟ آئون پيو چوان، يارو ڏسو! اڃان تہ سنڌ جون نعمتون جهجهيون پيون آهن. نانڪ يوسف جي شعر ۾ ڪي خوبيون تہ خاص آهن، جي پڙهندڙن جي اڳيان پيش رکڻ جي ڪوشش ڪندس.



# نانڪ يوسف جو شعر

نانڪ يوسف جو گھڻو ڪلام سنڌيءَ ۾ آهي. سنڌ جي سنڌي ٻہ، ٽن قسمن جي آهي. سنڌ خود ٽن ڀاڱن ۾ وراهيل آهي. سرو اتر سنڌ وارو، وچ حيدرآباد ۽ ساهتي وارو، لاڙ ٺاگو بدين ڪراچيءَ وارو. ٻوليون بہ ڀاڱن پٽاندر آهن. سرائڪي، وچولي ۽ لاڙي. عام ريت، هينئر، سنڌ ۾ وچولي ٻولي ٽي هلي. پر حقيقت ۾، سرائڪي سنڌيءَ کان جدا نٽي ڪري سگھجي. سرائڪي عمدي ۽ طاقت واري ٻولي آهي. نانڪ يوسف سرائڪي ۾ تہ رنگ ڪري ڇڏيا آهن. ٻولي، اڪثر ڪري، ڏکي نہ آهي. ٿورو ڌيان ۽ پيار ڏيڻ سان، سرائڪي اؤکيرو پردو لاهي، وندر ڀري صورت ڏيکاري ٿي. نانڪ يوسف ۾ وچولي سنڌي بہ، واھ واھ جھڙي آهي.

**شاعر جو مضمون:**

شاعر چوي ڇا ٿو؟ شاعرُ جو مضمون ڪھڙو آهي؟ هن وشيہ جي باريڪ اُپٽار ڪرڻ، هت مشڪل آهي. پر، عام ريت، شاعرن جو چوڻ آهي تہ شاعر کي حسن جو ديدار حاصُل آهي. اِهو ديدار، شاعر ۾ اُٿل ٿو پيدا ڪري، جنهن اٿل جي آواز کي شعر ٿو چئجي.

”نانڪ يوسف“ پنهنجي ڪلام ۾، سموري پنهنجي حياتيءَ جي ٻاهرئين ۽ اندرئين تجربي کي پڌرو ٿو ڪري. اِهو حُسن وارو تجربو يا مشاهدو، شاعريءَ جو ڪامل چٽ آهي. پر اُنهي پُورن مشاهدي حاصل ڪرڻ کان، اڳ نانڪ يوسف ٻيا تجربا بہ لنگھيا آهن. هڪ بيت ۾ ٿو نانڪ يوسف پنهنجو اوائلي تجربو ٻڌائي:

”ڪي وت روز اسان دي دل تي بابا دادا قاضي،
مسئلي قال مسائل ڪردي استقبال تي ماضي،
دم اُسي دل اسان ڏي، رتي نہ رهي راضي.“

چئي ٿو تہ ڪي ڏينهن هئا، جو منهنجي دل تي بابا دادا قاضي وارا خيال ڇڙهيل هئا. معنيٰ آهي تہ اسين، اهي ئي خيال ڪندا هئاسين. تہ بابي صاحب هيئن چيو. ڏاڏي هيئن آکيو. ۽ قاضي صاحب هُوئن ڪٿيو. بابي ڏاڏي واريُون اڳيون رسمون، هنن جا طريقا، هنن جا ڌرم ڪرم ئي منهنجي من تي هئا. ۽ پڻ قاضين، ڪتابي ڄاڻ جي فتوائن جي وٿ ۾ وٺيل هوس. پائيندو هوس تہ اِهي مسئلا بہ وڏا آهن، جن کي حل ڪرڻ، بحث مباحثي ۾ آڻڻ، حياتيءَ جو مقصد سمجهيو هئو. پر اُهي مسئلا مڙئي ”حال“ جا هئا. اَڪري هئا. نہ حال جا، سي اڪري مسئلا ڪهڙا؟ استقبال (آئينده) ۽ ماضي، هن ڪانپوءِ قيامت ڪهڙي ايندي؟ دوزخ بهشت ۾ ڪهڙو حال ٿيندو؟ وري اچبو يا نہ اچبو؟ اڳي ڇا هو؟ دنيا ڪڏهن اُپائي ويئي؟ پران ۽ حديثون ڇا ٿيون چون؟ پرليءِ جو پاٽي هئو؟ زمين غرق ٿي ويئي، وري اُٿي، فرشتن هئن ڪيو، شيطان هئن ڪيو. اِنهن مسئلن بابت بہ رڳو قاضي صاحب اَکر ۽ اختياريون پيا ٻڌائيندا هئا. گرنٿ هيئن ٿو چوي، ويد هيئن، ۽ قرآن هئن؟ سمجهہ سان ڪوبہ لاڳاپو نہ. پر اکرن سان!

نانڪ يوسف ٿو قبولي، پر اسان جي دل اُنهن اکرن ۾ اٽڪڻ واري سمي ۾ ”رتي نہ رهي راضي“! پين ڪيترن بيتن ۾ بہ اُنهيءَ سمي واري حالت جو بيان ڪيو اٿس. واهہ جا ڇُوهہ ٿو ڇنڊي، ڇي هيءَ ڪهڙو اَڪري ڌرم ٺاهيو اَٿوَ.

”دين ڪفر اسلام مذهب، نهي ڪوئي ڏاچ ڏاڏٽان،
دل ميري منظور نہ ڪيتا، اَصلون ڪو ڪهاٽيان.“

ڪهڙو نہ عمدو ۽ وٹندڙ گفتو! ڇي توهان اپٽين سمجهيو آهي، تہ ڌرم، مذهب ڪو ڏاڏاٽو ڏاج آهي! پر، اسان جي دل کي اهڙو مذهب قبول نہ آهي. اِهي سڀ ڪوڙ جون ڪهاٽيون آهن. تنهن ڪري ٿو صوفيءَ کي لاڪوفي ڇئجي. هو پرائيءَ سمجهہ تي نٿو پاڙي. پنهنجي تجربي تي.

**پنت گرنت ڪتب بيان، گنگا جمنا مڙهيون مڪان،**

**پوٿيون گنگا ويد پران، ڪاسي دوارڪا ٿا ڪر ٿان،**

**پوڄڻ، آتش ۽ بتخان، پاڻي، سورج ۽ چنڊيان،**

**عشق الله ري عقل ڏيان، ڪوڙا ڪوڙن ڪوڙ گيان،**

**نانڪ يوسف يار يگان، هئن فرمايو مرشد شان،**

**درد بنا ٻيو ڪوڙ پسارو، واهگرو جي پرت پيارو.**

شاعريءَ جي سچ پچ اوائلي شروعات، انهيءَ حالت واري آهي. هرڪو عارف ۽ شاعر، اول هن درجي مان ٿو لنگهي. شاعر پر جو پوجڪ ڪين آهي. هن پنهنجو تجربو پاڻ ڪيو آهي. سچا استاد بہ اهي آهن، جي پاڻ انهيءَ پنڌ مان لنگهيا آهن. ۽ پنهنجي ٻالڪن کي بہ، ساڳيو پنڌ ٿا ڏسين. مشرق توڻي مغرب جي اهائي وائي آهي. برطانيا جي مشهور شاعر شيليءَ جو اهو پنڌ هئو، جنهن ڪري، ڪيس مڪتب مان ئي نيڪالي ڏيئي ڇڏيائون. سچل جوانيءَ جي ڦوهہ ۾، اُها واڻ ورتي. ڇيائونس تہ تون ڪافر آهين. هڪدم آکيائين:

**"سچو راهہ ڪفري دي، اسان مرشد آپ بتائي"**

ڇي: ياد رکو، اِها واهہ تہ استادن خود اسان کي ٻڌائي.

سو ڀلا ڪئن؟

**"اول ڪفر پوءِ مڃڻ تنهان پوءِ اسلام"**

جنهن بک نہ سٺي آهي، تنهن کي طعام جي فرحت جي خبر کهڙي؟ جنهن اوندهہ نہ ڏٺي، سو سوجهرو اوّل چوندو ڇاکي؟ ساڳيءَ ريت جو "اسلام" يا گيان ٿو پائڻ گهري، تنهن کي اول تہ اها خبر هجي، تہ "ڪفر" يا اگيان آهي ڇا؟ سو سچل جي مرشد عبدالحق بہ اِها واڻ ڪيس ڏسي ۽ پاڻ بہ، يوسف کي ساڳي واڻ ڏسي، تہ ٻچا ٻڌ:

**"اول گمراهي آهي راهہ رباني ۾،**

**تنهان پوءِ همرائي ٿئي هدايت جي"**

سچي سکيا جو اُصول اِهو آهي. مڪتبن ۽ ڪاليجن ۾، انهيءَ بنياد جي

نہ رکڻ ڪري، هڪ اکرن ۾ انڪيل ٿهي پيدا ٿي آهي، جنهن کي ضرورت رڳي "نڪري" جي آهي، نہ ڪا ٻي. خود ڏرمن جي اصلوڪي سکيا اها آهي، تہ گيان ڪتابي ۽ اکري نہ آهي، پر قدرتي ۽ تجربي واري شيءِ قرآن شريف ۾ آيل آهي، تہ سڀ انسان، اسلام ۾ ٿا پيدا ٿين، پر پوءِ سندس مائٽن وٽان ٿو جدا جدا ڏرم ملي.

**اسلام آهي "فطرت":**

فطرت معنيٰ قدرت، قرآن شريف بہ تڏهن ٻن ڏرمن جي ٿو ڳالهہ ڪري. هڪڙو اباڻو، ڏاڏاڻو. ٻيو قدرتي، سڀاويڪ، بصيرت وارو. پوءِ، ان کي اسلام سڏيو، يا سناتن سڏيو. ڳالهہ ساڳي، ايشور ڪوٺيو، يا الله ڪوٺيو، يا قدرتي مجر ذاتي تجربو ڪوٺيو. انهيءَ بنا سڀ اکر آهن، نہ معنيٰ، نانڪ يوسف واهہ جي اِها موج ٿو ڪري:

"پنت گرنت ڪتاب مسالي،
عشق الله بن روڳ رسالي"

چُوٽ شاعريءَ بنا، شاعر ٿي نٿو سگهي. پر اها چوٽ خيالي بہ بنيادي آهي، نہ علمي، نہ فقط دماغي، پر دلي. نانڪ يوسف، شاعر اوائل ۾، گهڻن ئي تجربن مان لنگهيو ٿو ڏسجي. پر ڪنهن سمي بعد، مٿانئس، ڪا ٻي لهر چڙهي، جنهن جو ذڪر هيٺين ريت ٿو ڪري. اِهو بيت، منهجي نظر ۾، ناپئد موتي آهي. فقيري ۽ شاعري جي عمارت جي پيڙهہ، انهي اندر داخل آهي.



# مسئلي حال (اَنيَئي احوال)

مسئلا ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا قال جا، ٻيا حال جا. هڪڙا اکري، ٻيا مثنوي، نانڪ يوسف هئن ٿو ٻولي:

**"يارو ياد انسان نُون، دل تي حيرت ڏينهن ڏهاڙي،**
**حيرت خيال بنيا وچ عبرت، درد چڙهائي چاڙهي،**
**عشق الله دا ازلي هوندا، ٻئي مذڪور اُجاڙي،**
**نانڪ يوسف يار دلي نون، حسن مريندا ڌاڙي"**

اڇو تہ هن هڪئي بيت جي بها جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون. اَڳئين حال اوري مسئلي جو ذڪر ڪندي، بيت بہ چيائين تہ ڪي ڏينهن منهنجي دل تي اهي خيال هئا، پر هاڻ ٿو چوي يارو: مون ڪي دل تي ٻيا ڏينهن بہ ياد آهن. اُهي حيرت جا هئا. اُهي خيال عبرت ۾ ٿيا هئا. عبرت جا ڪکر، حيرت جو پاڻي، حيرت جو واسطو خيال سان آهي. اها حيرت ڇڙي نہ هئي. پر، انهيءَ سان گڏ، درد جون ديڳيون بہ تپيل هيون. حيرت جو واسطو دماغ سان آهي. پڇڻ سان، هوش سان. پر درد جو واسطو من سان آهي. لڇڻ سان، جوش سان، هڪ حيرت، ٻيو درد، عينڪ جا اِهي ٻہ شيشا.

انهن دواران، ڪا ٽين شيءِ محسوس ٿي ٿئي، جو آهي "عشق". فسق نہ، پر عشق، فسق حوسي يا جزوي، عشق عرشي يا ڪلي. اهو عشق، ڪا نقلي وَٿ ڪين آهي، پر اصلي آهي. ازلي آهي. ۽ هوُ ٻئي مذڪور متي ذڪر ڪيل حيرت ۽ درد، عشق جا اُجاڙا آهن. عشق راجا آهي. راجا جو ڪم آهي ڍلون

(اُجاڙا) مڙهڻ، ۽ سندس ڏِلون آهن، حيرت ۽ درد.

چوٿين ۽ آخرين سٽ ۾ ڪمال ٿو ڪري. شاهوڪار وٽ اُجاڙو آيو. ڏن آيو. ڏن پنيان، ڏاڙيل لڳو هڏو رهندو. نانڪ يوسف ٿو چوي: اهو ڏاڙيل آهي "حسن"، جو هاڻ دل تي ڏاڙا ٿو ماري.

نانڪ يوسف جو مٿيون بنيادي بيت سمجھ ۾ آئڻ سان، دنيا جي اعليٰ شاعرن ۽ فلاسافرن جو درشن پراپت ٿئي ٿو. فلاسافر بہ عاشق آهن. فلا= گيان، سافر= عاشق. نہ گياني، پر گيان جا عاشق.

شاعر فلاسافر پليٽو (افلاطون) محفل (بئنڪائيٽ) واري گفتگو ۾، سقراط گروُ ٿو پنهنجي شش کي عشق جي آڪاٽي ٻڌائي. سقراط ٿو چوي: ڊايوٽيما ديويءَ وٽ اِهو گيان موجود آهي. ڊايوٽيما بہ عشق ۽ حسن جي ٻولي ٿي ٻولي. عشق، حسن ۽ ٽيون حيرت مان حاصل حق! سڀ دنيا جا شاعر، حق حسن عشق جون ڳالهيون ٿا ڪن. نہ نقلي، پر جيوت جي سموري ۽ سڌي آزمودي مان، جنهن ۾، دل جو درد، خق جي حيرت، انسان ذات جو عشق، ۽ حسن جو آنند ڳتيا پيا آهن.

نانڪ يوسف جو ڪلام بہ، انهن چئني ڳالهين ۾ ورهائي سگھجي ٿو. پر، ائين نہ سمجھڻ جڳائي، تہ اِهي ڪو جدا جدا فرقا آهن. نہ نہ، اِهي مڙيئي هڪ وٽ آهن. هڪ هيري جا منهن، هڪ بيرنگيءَ جا رنگ.



# درد چڙهائي چاڙهي

شاعر منجهه قدرتي ڇوٽ خيالي ٿئي ٿي. تنهن سان گڏ، دل جو درد، محبوب ڪرشنمورتيءَ جو به چوڻ آهي ته درد ۽ گمان، ٻئي جزا هن حالت جا اٿاريندڙ ـ درد دل کي ٿو اُٿاري، گمان دماغ کي، ٻنهي جي ملڻ سان، شاعر ۾ شعوري وصف ٿي پيدا ٿئي.

هرڪو اِنسان، جيوت جو تجربو ٿو وٺي، انسان ڇڙو نه آهي. انسان گڏ ٿا گذارين. "اَنس" لفظ جي معنيٰ به آهي همدردي، جيئن همدردي وڌيڪ، تيئن انسانيت وڌيڪ. گهر، پاڙو، ڳوٺ، ديس ۽ جهان، انسانيت جو ميدان آهي. جڏهن ماڻهو، هن انسانيت جي اعليٰ منزل حاصل ڪري ٿو، تڏهن هن ۾ ڪو بنيادي ڦيرو پيدا ٿئي ٿو. هُو دنيا جو درد محسوس ڪري، هڪ غئبي عشق ۾ داخل ٿئي ٿو. اِهو درد آهي، شعر جي پاڙ نه رڳي شعر جي پر سموري ساهت (علم ادب) جي مغرب گرنٽڪار ٿو چوي: هيُرو آهي جسم جو بنيادي مادو، جنهن مان ٿو ساهت پيدا ٿئي.

شاعر درياهه، دنيا جي اندر ٻاهر جو حد ڄاڻُو آهي، پر دردمند کي شاهه لطيف "وڍيل" ٿو سڏي. سڄي شاهه ۾ وڍيل ٿي وائي ڪري، ڪنل ٿي ڪوڪاري.

شيلي چوي ٿو ته شاعر "ڪٽيل روح" آهي.

شيڪسپيئر دوزخ جي ڪڙاهين ۽ بيشمار ڳوڙهن سان جڙيل "عرق" پيتو آهي. پراڻي ورجل به انهن ڳوڙهن ڳيتو آهي.

نانڪ يوسف ٿو چوي:

"الله درد ۾، درد الله ۾." درد ۽ الله ٻئي اڪر هيڪڙا."

"درد بنا ٻيو ڪوڙ پسارو"

"جن ڪي درد جدائي دل ۾، عاشق سي انسان"

شاعر اُهو انسان آهي، جو دنيا جي سموري دک جو واقف آهي. گيتا وارو ٿو چوي ته "دنيا دک آليه" دک جو گهر آهي. شاعر تڏهن اُهو آهي، جنهن دنيا جي دک سان پاڻ کي سمائي ڇڏيو آهي. ايتري قدر جو هن جي دل ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيئي.

درد، دل ۾ جڏهن پيچي ٽڪر ٿئي، تڏهن شاعر کي مشاهدو حاصل ٿئي

"دل ڦوٽي جنهين بادل برسن لاڳي"(نانڪ يوسف)

ڪو چوندو ته ائين وري ڪيئن؟ دل ٽٽي ته ماڻهو ويو. پر صوفيءَ جو آزمودو آهي، ته ماڻهو انهيءَ تجربي بعد، ڦري ديوتا ٿو ٿئي. جيئن پارسيءَ وارو ٿو چوي:

هر چيزڪه شڪست بُود، بي قيمت گزد،

گر دل شڪسته بود، با قيمت گزد.

هر ڪا شيءِ، جا ڀڄي ٿي، سا قيمت بنان ٿئي ٿي. پر جي دل ڀڄي پوي، ته قيمت واري ٿي پوي. شاهه لطيف، ساڳي معنيٰ، پنهنجي اڪثير سلوڪ ۾ رکي آهي:

"ماڻڪ مُنڊ هتان پيتيءَ ۾ پرزا ٿيو،

سچو تا سيد چوي لهي لک سوا،

ڀڳي پڇاڻان پد مان پري ٿيو."

منڊ، ستگر (جيون طالب) جي سرير روپي پيتيءَ ۾، ماڻڪ (دل) پيئي هئي، جنهن جي اڳي به قيمت هئي. لک سوا. پر دل ٽٽڻ بعد، پدمن ڪان به ملهه وڌيڪ رهيس. ان ۾ ڪهڙو راز رکيل آهي. هر انسان ۾ نُور آهي، آتما آهي. پر انسان پاڻ کي جدا ڀانئين ويٺو آهي. تڏهن سندس دل به جزوي حالت ۾ آهي. هُو پنهنجي خُوديءَ جي ڏر ۾ ئي پاڻ کي محفوظ رکي ٿو.

آدم خور بنسبت، هڪ پادري ٿو ڳالهه ڪري، ته مون ڏٺو مانس، ته

پنهنجي زال کي کهي، ويهي اُنجو ماس کاڌائين. مون کي تعجب لڳو. پر آدم خور ائين لکايو، تہ واھ ڏاڍي لذت آهي. عام انسان، انهي حيوانيت کان پري آهن. اَلبت، اجا بہ تہ مڙس جوين کي کهيو ڦٽو ڪن! پر تڏهن بہ، گهر ۾، ماءُ پيءُ، زال مڙس، پاءُ ڀيڻ جو پيار آهي.

قدرت، گهر کي انهيءَ لاءِ ٺاهيو آهي، تہ انسان، هڪ ٻئي جو ڏک محسوس ڪري، پيار جو طريقو سکن. نيات جو اُبو، بہ اهو جو سچي نيات جو ڏک، پنهنجو ڪري. ديس جو دوست بہ اُهو، جو ساري وطن جي درد کي، پنهنجو ئي ڀانئي. شاعر، فقير، ساري وس جي دل ۾، پنهنجي دل سمائي آهي. درد ۾ تڏهن معنيٰ همدردي جي رکيل آهي.

ڳجهارت هيئن آهي، جيئن همدردي وڌيل، تيئن شناس جو دائرو ڪشادو، ماڻهوءَ جي چيتنا ڪلي ٿي. وڌي ٿي. شاعر جي زمين جي اندر معدني، ٻاهر سبزي ۽ ونسپتي، پسوُن پکي ۽ منش ۾ پنهنجي چيتنا جو واسو ڪيو آهي. آسمان جا سج چنڊ تارا ۽ ڪڪر، تن جي ٻولي بہ شاعر ٿو ڄاڻي! انهيءَ سموري حالت جو بنياد اَوَل آهي. شاعر جو درد جزوي نہ آهي، پر ڪلي آهي، ذاتي آهي. انهيءَ ڪري ٿو نانڪ يوسف چوي.

"درد الله ۾، الله درد ۾". الله معنيٰ ڪلي ذاتي، نہ جزوي ۽ صفاتي.

عاشق شاعر جو، تڏهن، اول درجو، "دردي" آهي. قدرت هن کي ڄاڻي واڻي دک ٿو پهچائي. ڳري پاڻي ٿيو وڃي. شاعرن جي حياتيءَ مان اها ڳالھ پرسڌ آهي، تہ هن کي اول سچ ۾ گهارٺو آهي.

نانڪ يوسف سهٽيءَ سنڌيءَ ۾ ٿو ٻتائي:

اِئين پڻ پنڌ الله جو، اُبتي، سبتي سچ،
پوءِ وسنو کي ويجهڙو، رخ ۾ رسي رچ،
پندڻ پائي ڪانہ ڪا، سڀ ڪا پائي جچ،
درد ورھ ري وانڙي، ڏور ڏرم ۽ پچ،
نانڪ عينڪ اچ آءِ، يوسف يارن هڪڙي.

شاعر ٿو چوي: تہ اِها سچ روپي اُچ (درد) ئي آهي. يارن لاءِ عينڪ آهي. جنهن مان هنن کي ٿي بصيرت ٿئي. پر اها بصيرت پيدا ٿئي، سچ مان وسنوَ جڙي، تنهن کان اڳ پر، صوفي شاعر کي ڪنهن ٻوليءَ واديءَ مان بہ لنگهڻو آهي. اها وادي آهي: حيرت ۽ حق.



# حيرت ۽ حق

ايران جو شاعر، فريدون "عطار"، جنهن نسبت سچل ٿو پنهنجي پارسيءَ
ڪتاب "آشڪارا" ۾ چوي:

"عطار نہ بُود، خدا بُود". عطار نہ هئو، پر الله هئو، تنهن شاعر، تصوف
پٽاندر ست واديون ٺهرايون آهن، جن مان هڪ آهي (حيرت، جي وادي. وادي
(وٿلي) معنيٰ آهي ماٿري. ستن ماٿرين مان صوُفيءَ کي لنگهڻو آهي. شاعر
انهن ستن جا بيان ڪيا آهن. سچل فقير جي ڪلام ۾ بہ، "حيرت" بنسبت انيڪ
ڪلام آهن. "حيرت" هن جي شعر جو بنيادي جزو آهي. سنڌيءَ ۾ "حيرت" جي
معنيٰ، رواجي ريت عجب ٿو ڇئجي. جڏهن ڪا ڳالهہ اهڙي ڳوڙهي هوندي
آهي، جنهن جي سمجهڻ لاءِ حوصلو ڪوشش ڪندو آهي. ڪجهہ محسوس
ڪري ڪندي، خوشيءَ ۾ اچبو آهي، پر رواجي سمجهہ، اندر اونهو وڃي ڪين
سگهندي آهي، تڏهن ڇئبو آهي حيرت! شاهہ لطيف پنهنجي سُر آسا ۾ ٿو
چوي:

"حوصلو حيرت ۾ وڃي ٿيو ويچُون"

جئن، درد جو ناتو دل سان آهي، تيئن حيرت جو نالو حوصلي يا دماغ سان
آهي. ائين بہ نہ ڀانئڻ کپي، تہ دل ۽ دماغ، جذبو ۽ سمجهہ، ڀاوُ ۽ ويچار، جوش ۽
هوش، ڪي بنهہ هڪ ٻئي کان جدا وَستوُن آهن. حقيقت ۾، اهي پاڻ ۾ مليل
وستُون آهن. سچ هڪ ٽين شيءِ جا ٻہ روپ آهن. اُهي شيءِ جو نالو شناس يا
چيتنا، ائين آهي تہ ماڻهو ائين ٿو ڀانئين، تہ سندس تجربي جي ڇڪ، ڪجهہ
وقت دماغ ۾ تہ ڪنهن وقت دل تي وڏيڪ ٿي ٿئي. ڪن جي دماغي قوت وڌيل

ٿئي، تہ ڪن جي دلي، پر ڪي اهڙا ڪامل آهن، جن ۾ دماغ ۽ دل پوري پوري مقدار ۾ آهن. جيئن سامي ٿو چوي:

"عقل ۽ عشق، ٻئي پرپڪيءَ جا"

سامي ٻنهي کي ڪنو هلائي ٿو. پر، شاعر عاشق "دردمند داناءُ" آهي. هر ڪنهن دلي تجربي ۾، دماغ جي شناس آهيئي آهي. هر ڪنهن دماغي تجربي ۾، دلي لرزش آهيئي آهي. ڪي درويش، دل جي اُجل کي ڇيڪ ڏين ٿا.

اِئين آهي ڇا، تہ هي شاعر حقيقي، ڪنهن سهڻي يا سهڻيءَ جي اکين، ڇپن، وارن، وهيڻا ٿي، ٻوليون ٻولين؟ پيو ڪر ڪونہ اٿن، رڱو، سهڻي جو ڳٽ (رخ) ۽ مٿانئس تر (خال) ياد اَٿن؟ نانڪ يوسف ٿو چوي تہ هيءَ ڳجهڙي ڳالهہ آهي. شاعر، جنهن ۾ بہ تصوري طاقت آهي، اُنهن کي ٿو نالن ۽ نيشانن مان پڌرو ڪري. جيئن شيڪسپيئر ٿو چوي تہ شاعر جي اک زمين کان آسمان تائين، آسمان کان زمين تائين ٿي نازڪ مستيءَ منجهہ ڦري، ۽ هڪ اهڙي رُوپ کي ٿي جهڻي، جنهن کي پنهنجي شعر دواران، نام ۽ رُوپ ٿي ڏئي.

صوفي شاعرن جي واٽ جي، اِن باري ۾، دنيا جي ٻين ڪامل شاعرن آجيان ڪئي آهي. البت، هنن جي شاعريءَ پٺيان، جا حيرت واري حڪمت رکيل آهي، تنهن ڪري، هنن جي ٻولي ڪنهن ريت مقرر آهي، جنهن جي معنيٰ تہ مقرر آهي. شيڪسپيئر مشهور شاعر، اِن باري ۾ "سهڻي" سان ساڳي راند رمي آهي. شيڪسپيئر سهڻي جي اکين تي مست آهي:

شيڪسپيئر ٿو سهڻي کي چوي:

"سهڻا تنهنجي نيڻن منجهان مون گيان جو نُور پاتو"

تنهنجون اکيون آهن دائمي تارا، تن ۾ آءُ کهڙو ٿو راز پڙهان. حق ۽ حسن جي بخت واري شادي. (سانيٽ ۱۴)

❋ ❋ ❋

تصُوف ۾، شاعري جي ڳجهہ جون ڪنجيون موجود آهن. صوفين اهو ڳجهہ پروڙيو آهي. ڪڏهن سهڻو چون، ڪڏهن سهڻي، ڳالهہ ساڳي، جيئن

شيڪسپيئر ٿو چوي:

تون منهنجي عشق جو راڌو ۽ راڻي (ڪرشن ۽ راڌا) آهين. صوفين جي تصوفي ڪتابن ۾، هي حسن واري ڳجهارت ۽ راند سنُوري سمجهايل آهي. شبستريءَ جي ”گلشن راز“ ۾ اها اُپٽار باريڪ ٽيل آهي. اهڙيءَ ريت، سنسڪرت جي ”سئوندريہ لهر“، سونهن جي لهر ۾ پيِن هنڌ. هت فقط اشاري طور ٿو لکي سگهجي.

نانڪ يوسف، اوائلي ڏنل بيت ۾، اَوَل ئي، پد، درد، حيرت ۽ عشق جا چئي، پوءِ چوٿين، ”حسن“ تي آيو آهي. درد منجهان عشق، حيرت منجهان حق، ٻنهي مٿان حسن، درد وارو عاشق آهي، حق وارو گياني عارف آهي. پر ڪامل شاعر اُهو آهي، جنهن ۾ ٻنهي مٿان، حسن جو چِٽ ٿو اُجهل جوت ۽ آنند ڏئي. تڏهن ٿو قرآن شريف وارو، اهڙن شاعرن لاءِ چوي، تہ هنن جي هٿ ۾ جنت جون ڪنجيون آهن. تڏهن ٿي، ڀڳوت گيتا انهن ”مها ڪوين“ کي اننت مڪتي بخشي.

اڄ، زماني ۾، شاعري کي صرف تڪبندي ٿو سمجهيو وڃي. تنهن جا چپ ڳاڙها، تنهن جا وار ڪارا! پر شاعري، رڳو وزن ۽ بحر ڪين آهي. نڪي رڳو گل ۽ خال، لب لعل واري، اکرن جي بازي آهي. بحر وزن بہ رڳو شاعر جو هٿُ آهي، پر اُهي رڳو نمونو آهن. جيئن رومي ٿو چوي: ”من نہ دانم فاعلاتن فاعلات.“

شيلي شاعر ”شعر“ جي بچاءَ ۾ ساڳي ڳالهہ ٿو ڪري. شاعر، البت، وزن ۽ بحر ڪٺي ڪر ٿو آڻي، پر هُو انهن وهيٽو ڪين آهي. شاعري هڪ امرت ڏات آهي، انسان کي اَمر ڪرڻ واري، دنيا کي آنند ڏيڻ واري. شاعريءَ جي جواهر جا ٽي مڪڙا آهن. عشق، حق ۽ حسن، سچي شاعر ۾، اهي ٽيئي ضروري آهن، جن جو ذڪر نانڪ يوسف پنهنجي اوائلي ڏنل بيت ۾ ڪيو:

**درد جا چاڙها چڙهيا، حيرت خيال بنيو،**
**ازلي عشق آيو، تڏهن حسن ڌاڙو ماريو!**

شاعر جو ”سهڻو“، انهن ٽنهي جو جوڙ آهي! حقيقت ۾ ايڪو آهي، جڻن اک، چپ، ۽ ڳل ٻہ ماڻهوءَ جا آهن. پر ماڻهو ڪل آهي. هوُ جدوَ آهن. ٦ چپ ۽ ڳل ۽ خال نالا ۽ نيشان آهن. شاعر جي تصوري راند جا رانديڪا آهن. شيڪسپيئر شاعر، جنهن انيڪ ناٽڪ رچيا، جن ۾ سهڻن ۽ سهڻين جا انيڪ گهارت گهڙيا، اُهي تہ بت آهن. انهن ناٽڪن ڪي سمجهڻ لاءِ، سانيٽن ۾، ڪنجيون ڏنيون آهن، جن بنا ناٽڪ سمجهڻ ممڪن نہ آهي. اهڙي هڪ سانيٽ ۾ ٿو چوي تہ نہ پانئن، تہ ڪو منهنجو محبوب بت خانو آهي. آءُ جيڪي ٿو ڳايان، يا سارهايان، سي سڀ آهن، ”ايڪ جا، ايڪ ڏانهن، هئبي توئي هوسي.“



# ايڪو

چئو تہ هيءَ گرو نانڪ واري ٻولي آهي يا نہ جنهن بہ ايڪي جو بيان ڪيو. اُهو ايڪو ڪير آهي.

**"آد سچ جگاد سچ، هئبي سچ هوسي بہ سچ"**

شيڪسپيئر ٽو ساڳئي سانيٽ ۾ چوي تہ ٻڌ، تہ آئون انهي محبوب واسطي ڇا ٿو چوان:

**"سهڻو، سٺو ۽ سچو اُهو آهي صرف منهنجو ويچار"**

سونهن، چڱائيءَ ۽ سچائيءَ کي رکو جدا جدا لفظ ٿا ڏنا وڃن. حسن، عشق ۽ حق، يڪتي، ڪرم ۽ گيان، پليٽو مغرب جي گروءَ بہ ساڳئي ٻولي ٻولي.

شيڪسپيئر ساڳئي سانيٽ ۾ ٿو چوي:

"اها ترمُورتي بہ، ايڪي ۾ اٿيئي، آمريڪا جو ايمرسن شاعر فيلسوف (جنهن کي هاٺوڪو پليٽو ٿا سڏين) ٿو چوي:

"سرشٽي (قدرت) کي ٽي ٻار آهن. هڪ ئي وقت ڄارا، جي هر هڪ ويچار درشن ۾، جدا جدا نالن هيٺ ٿا منهن ڏيکارين. پل، ڪين ڪارڻ، ڪريا ۽ ڪارج (سبب، ڪم ۽ نتيجو، يا فاعل فعل ۽ مفعول) سڏجي، يا شاعريءَ ۾ حوو (اندر ديوتا)، پليٽو (ڪبير ديوتا) نيپچون (ورن ديوتا)، يا ديني ريت (ڪرستاني دين پٽاندر) پتا، آتما ۽ پٽ، پر هت اسين چئون ٿا: گياتا، ڪريا، وڪتا، يا (عالم، عامل ۽ اعلائي، يا فاعل، فعل، مفعول، يا گيان، ،شريا، اِڇا، ڄاڻن وارو، ڪم وارو، ڪندڙ ٿا چئون. هنن ٽنهي پنيان معنيٰ آهي، حق جي ڇڪ، خير جي ڇڪ، ۽ حسن جي ڇڪ. هي ٽيئي، هڪ ٻئي جا جيس آهن. هنن مان، هرڪو نج آهي، اَپر آهي، ۽ اُپيڙ

آهي. ۽ هنن ٽن مان هرهڪ جي اندر، ٻين ٻن جي سگهه به سمايل آهي. ۽ پنهنجي برگتائي به.

شاعر آهي اڪيندڙ، ۽ عيوضي آهي حسن جو. شاعر شهنشاهه، ۽ مرڪز ۾ بيٺل، ڇو ته هيءَ دنيا نه ڪنهن چٽي آهي، نه سينگاري آهي، ۽ ڏٺي به سهٽيون شيون جوڙيون ڪونه آهن. "حسن" ئي قدرت جو رچيندڙ آهي. تنهن ڪري شاعر ڪو اُهڙو راجا به نه آهي، جو ڪنهن جي اڏين آهي، پر هُو پنهنجي حق ۾ حقدار شهنشاهه آهي. ايمرسن پاڻ پڪو ويدانتي ۽ صوفي هئو. هُو ڄاڻائي ٿو، ته مون اپنشد، وشنو پراڻ، گيتا جا گرنٿ هڪ طرف، ايران جا شاعر، حافظ رومي، جامي، سعدي وغيره ٻئي طرف، اڀياس ڪيا آهن. ايمرسن هڪ ڪامل اُستاد آهي. ٻئي طرف، اڀياس ڪيا آهن. ايمرسن هڪ ڪامل اُستاد آهي. سندس ڏنل نڪري به اَندر وڃڻ سان "نانڪ يوسف" جي به بنيادي خيال جي ٻوجهه پوي ٿي. "گرو نانڪ جي آتما سان" يوسف جو پاڻ ڪي هڪ ٿو چئي، تنهن به ايمرسن واري ساڳي نڪ اڪثير نموني ۾ چئي آهي:

"ايڪا مائي جڳت وبائي، ٽين چيلي پرواڻ،
اِڪ سنساري اِڪ ڀنداري، اِڪ لائي ديباڻ"

اڪر ساڳيا، ڇي هڪ ئي سرشٽيءَ مائي جا ٽي مڪيه ٻالڪا (چيلا)، هڪ سنساري ٿاهيندڙ (ڪارڻ، برهما)، ٻيو ڀنداري رکندڙ (ڪريا، وشنو، ٽيون ديباڻ لائڻ وارو (نتيجو، مهيش). يونان وارا انهن کي جوُ، پليٽو ۽ نيپچون ٿا چون. جوُ (اندر ديوتا) اونهو آسماني ڪارڻ آهي، پلوٽو (ڪبير ديوتا)، نيپچون (ورڻ ديوتا) ويڪرو ڪريا آهي، ۽ پلوٽو (ڪبير ديوتا) اونهو زميني نتيجو آهي.

شو ڪئلاش ۾ ويٺل آسماني آهي، وشنو سمنڊ ۾ سمايل آهي، برهما زميني آهي. آسماني کي حق ٿو چئجي. زميني کي عمل ٿو چئجي. ابي کي حسن ٿو چئجي. هي لفظ. سڀ نيشيان آهن. انهن اکرن کي چنبڙي پوڻ سان، نقصان آهي. جنهن وقت، اهي برف وانگر ڄمي ويا، تنهن وقت تعصب ۽ بغض

پيدا ٿو ٿئي پر جي پاڻيءَ جي وهڪ هلندي ٿي، تہ تازگي بہ ميسر رهندي، هيءَ ڳالهہ سمجهڻ سوَلي آهي. ماڻهو بہ خود، انهن جو جڙيل آهي. دماغ، دل ۽ دست، ماڻهوءَ ۾ حيرتي حقي طاقت آهي. هن ۾ دلي حسني طاقت آهي. دستي طاقت عمل واري آهي، چڱائيءَ واري، جنهن کي خٿر ٿو ڪوٺجي.

تصوف پراڻي ۾ پراڻو طريقو آهي. سناتن بہ ان کي چئجي اسلام بہ ان کي. پليٽو وارو يا شيڪسپيئر وارو، لفظ بيروني آهن. معنيٰ اندروني آهي. نانک يوسف جو شعر بہ، ساڳئي بنياد تي بڌل آهي. عشق، حيرت ۽ حسن، عشق کي "نار" ٿا چون نار معنيٰ باهہ، جا هڪ تيز ۾ تيز طاقت آهي. اُن جو واسطو تڏهن فعل سان آهي، نہ فقط جذبي سان. جذبو دل کي اڳاري ٿو. دماغ جذبي کي سازش بخشي ٿو. بئي گڏجي، عشق ۾ واسو ڪن ٿا. عشق سچو عمل آهي. فقط دنيوي پيار وارو بہ، هميشہ پياري لاءِ قرباني ڪري ٿو، تيئن روحاني عشق وارو "محبوب" لاءِ، ذاتي قرباني ۾ هميشہ قائم آهي. عشق جو واسو آهي چڱائيءَ سان، رحم سان، رحم ئي عشق آهي. تنهن ڪري، ڏٽي تعاليٰ کي "رحمان رحيم" ٿو سڏجي. انگريزيءَ ۾ هن کي "گاڊ" ٿو چئجي. ڪي چون ٿا تہ "گاڊ" آهيئي "گڊ" مان. معنيٰ چڱو، سٺو رحيم، خلق جو ڀلو گهرندڙ.

"پيشانيءَ ۾ پرين جي ڀلائي جا پير" (شاهہ)

اهڙي ڀلائي، سچائي ۽ سهڻائي آهي.



# شاديءَ جو شان

## نانڪ يوسف نينهن جون شاديون

ڪي صوفي شاعر شاديءَ کان ڀڄندڙ آهن. سنڌڙي جي ڏاڏي ڪريم بلڙي واري، ”بيان العارفين“ صوفي ڪتاب“ ۾ شاديءَ کي بربادي ٺهرايو. محبُوب صوفي فقير، سياويڪ، شاديءَ کان پري ٿا ڀڄن. ڪرشنمورتيءَ کان پڇيائون، تون شادي ڇو نٿو ڪرين؟ جواب ڏنائين: ”شادي تڏهن ڪبي آهي، جڏهن مرد کي ڪا گهرج آهي، ڪاڻ يا ڪمي هوندي آهي. آئون آهيان ”سڄو“. مون کي پوءِ ڀاڱي جي ضرورت ڪهڙي؟“

شاعر جي شادي ڪل سان آهي. جزوي شاديءَ جو هو ڪانکي نہ آهي. شاعر ۾ حق، حسن ۽ حق جي پُوري پُوري شادي ٿئي ٿي. تڏهن هو پورو پورو گهوٽ ٿو سڏجي، جيئن ”ڀنائيءَ گهوٽ“. شيڪسپيئر شاعر، سهٽيءَ کي گهوٽ بنايو آهي، ۽ چوي ٿو: هُو سهٽو پرڪ آهي. (رنگيلو). سڀ سونهن جو والي آهي. سونهن مردن جون اکيون ۽ زالن جون دليون، چرخ ٽيون ڪن. چويس ٿو:

”اي سهٽا، تون پيدا برابر ڪنهن زال لاءِ ٿيو هئين، پر قدرت، جنهن توکي ٺاهيو پئي، سا پاڻ توتي مست ٿي پيئي.“ (سانيٽ ٢٠) هي سهٽو پرڪ تڏهن قدرت جو گهوٽ آهي. پر ڪرتيءَ جو پرش آهي. سچ پچ، صوفيءَ جي نظر ۾، قدرت ۽ قادر، ڪنوار ۽ گهوٽ، سهٽي ۽ سهٽو، هڪ ڳالهہ آهي.

ڇا آهي؟ برف آ، پر ترت برف جي صورت بدل ٿئي ٿي. ڇا آهي؟ پاڻي آهي. ترت نئين ٻولي. ڇا آهي؟ ٻاڦ آهي. وگياني جيمس جينس ٿو چوي

تہ "اهڙي ريت، سائنس ڪوشش ڪري ٿي، شين جي بنيادي آدي صورت ڏسڻ جي." پر صورت بدل ٿيندي ٿي رهي. ڪانٽ فيلسوف بہ ٿو پڇي تہ اصل واري شيءِ ڇا آهي؟ وگياني، پس پيش، بجليءَ تائين پهتا آهن، جنهن کي پرڪاش ٿو چئجي. جيمس جينس ٿو چوي تہ نيٺ سڀ "جوت" آهي.

يوگي، انهيءَ کان قدم اڳتي وجي ٿا چون، تہ پرڪاش پٺيان آڪاس آهي. پر آڪاس پوءِ اَنتر آڪاس "غيب" آهي. مطلب تہ اسٿول (ڪشيف) اندر سوگم (لطيف) آهي، تنهن جي اندر سوڪم آهي. سر جيمس جينس بہ، جڏهن پرڪاش تي پهتو آهي، تڏهن هو، هن دنيا کي "اسراري" ٿو چوي. پر اسراري چئجيس يا حيرتي؟

صوفي عارف جو پنڌ، هڪ ڪري، وگيانيءَ کان ڪو علحدو ڪونہ آهي. پر وگياني مادي کان اڳتي نٿو وڃي. صوفي جڙ پٺيان، چيتن ٿو کوجي، صوفي، ودياءِ گپت ودياءِ بنهي جو ڪانکي آهي. پراڻن صوفين ۾ بہ، ڪامل وگياني ٿي ويا آهن. مثلاً عرب جو اَل غزالي وڏو وگياني آهي. "الڪيسيا" جو ماهر آهي. گلشن راز وارو شتري بہ وگيان جي پنڌ تي آهي.

ڀارت رشي پرش بہ پُورا پُورا وگياني هئا. صوفي جو پنڌ، وگيانيءَ کان هڪ ريت علحدو بہ آهي. وگياني ٻاهر کي، مادي کي ٿو کوجي، صوفي انهي منزل تي آهي، جتي هو خود "کوجيندڙ" ٿو کوجي. انهيءَ نکتي کان وٺي، هو "حيرت" ۾ داخل آهي. هو وري بہ، ڪنهن اَڪٿ کوجنا ۾ آهي. هاڻي ڏسون تہ "نانڪ يوسف" حيرت بابت ڇا ٿو چوي:

**"بيلي حيرت هن ۾ آهيون،**
**بي رنگي سڄڻ رنگ لايو."**

نانڪ يوسف جي ڪافيءَ جي پهرين سٽ ئي وگيان (سائنس) جي نکتي واري آهي. سائنس ٿي چوي، تہ جدا جدا ست رنگ جيڪي ڏسجن ٿا، تہ اصل ۾ آهن، هڪ ئي سفيد، هي ست رنگ طلسمي آهن. ماياوي آهن. اُهي اصل ۾ هڪ رنگ، تصوف، گيتا جان، وگيان کي گيان سان گڏ ٿو هلائي،

وڳياني چوندو، بي رنگ تت ٿو رنگن ۾ ورتي. اها نگاهه ماريءَ واري آهي. پر ڳياني ماريءَ بدران چوندو "سڄڻ (چيتن) ٿو ڏسي ۽ رنگ به ٿو ڏسي. ته ماٺهو به ٿو ڏسي. جي به جدا جدا رنگن جا آهن. تڏهن اهي جدا جدا رنگين ماٺهو به طلسمي آهن. انهن پٺيان "سڄڻ" بي رنگي آهي. پلا، اهو سڄڻ بي رنگي، ڪيئن رنگن ۾ آيو؟ تنهن حيرت ۾ آهيون! چوي ٿو، اهو سڄڻ:

**"ٿي آيو آدم نالي، اچي پيئڙو منجهه ڪشالي"**

اَدل، ڳالهه پڌ. هي ٻاهريان آدم نام ۽ روپ، اسم ۽ جسم، رنگن جيان آهن. رنگن ۾، بي رنگي لڪي ويو آهي، تيئن ماٺهن ۾ سڄڻ لڪي ويو آهي:

**"پنهنجو ٻاٽ چپايُون، سو نالا نانو نهايون،**

**منجهه ويس وير پلايون، ٿو سر ڏسي سرمايو"**

چڱا دانءَا وير به پلجي ٿا وجن.

**"توکي ويس وڃايو، ويس وڃايو تو"**

**(شاهه لطيف)**

ٻاهرين رنگن ۾ ۾، گهٽائيءَ ۾ اچي، انيڪ ۾ پئي، ايڪ کي پلي رهيا آهيون. پيا چئون، پيا چئون، هيترين اڪيون، هيترا ڪن، پر حقيقت ۾: "ايڪ ئي ڪان، ايڪ ئي نئن" گرو گوبند سنگهه شاعر ٿو چوي، ته رڳو روپ ۽ نانوَ جو ڦير آهي:

**مانش ڪي جات ايڪ."**

سرگڻ (آسا آڪار) پٺيان نرگڻ (نراڪار) هڪ آهي. نانڪ يوسف ٻيءَ سٽ ۾، وري ٻيو مثال ٿو وٺي، وقت جو. وقت ڇا آهي؟ حال، ماضي، مستقبل، پر حال اول آهي ڇا؟ اجا چئون ته اجهو هي "حال" آهي، ته چوڻ ڪان اڳ ۾ حال ماضي ٿيو وڃي ۽ مستقبل جي صورت به ائين. پلا، جي حال ڪونه، ته ماضي مستقبل ڪيئن چئبو؟ نانڪ يوسف چوي ٿو ته هي بازيگر جي بازي آهي.

**"آهي بازيگر جي بازي، ناهي استقبال، نه ماضي،**

**آهي دم غنيمت غازي، جنهن عشق الله جاڳايو"**

ڏسو شاعر جي خوبي. سوال جو جواب بہ ٿو ڏئي، جي پلا، نہ ماضي آهي، نہ مستقبل آهي، تڏهن ڇا آهي:

**"آهي دم غنيميت غازي"**

اي غازي، اي وير، ٻڌ. هيءَ هڪ وڏي غنيمت آهي. ڪهڙي؟ دم. دم ڇا آهي؟ آدم جو الف ڪڍي ڇڏڻ سان "دم" ٿو بچي. آدم اِهو، جو دم مان آيو. تڏهن آدم، رنگن وانگر طلسمي آهي. "دم" بي رنگي سچڻ آهي. "دم" جي معنيٰ ساهہ آهي. پر "دم" (پراڻي) صوفي لفظن ۾ "روح" آهي. چيتن آهي. اُپنشد ۾ پراڻ معنيٰ چيتن آهي. "دم" کي "حال" بہ چئجي ٿو. پر، نہ حال، ماضي مستقبل واري پيٽ جو. پر اَڪال، وقت کان پري، جنهن ۾ هميشہ حال آهي.

پوءِ، نانڪ يوسف ٿو چوي:

**"رک عاشق خبرداري، دم دم جي تون هشياري،**
**حسن سرور ڳالهہ سچاري، اُتي بيو سڀ پنڌ اجايو."**

خبرداري، دم دم، هشياري (هوش واري) سڀ لفظ چيتنا يا سرت جا آهن.

آخرين تڪ ڪافيءَ جي هيئن آهي:

**"ڪن مڙهيو مهت اختياري، ڪن ڪعبہ سرت سچاري،**
**اسان نانڪ يوسف ياري، چالو درد سر مچايو."**

ڪن مڙهيون ورتيون، ڪن مهت (سميت) ڪن پنهنجي سرت، ڪي ڪعبي ڏي نيو، پر نانڪ يوسف ٿو چوي: : اسان ڳجهہ ڪي پڪڙي "سچاري" سرت نبي يار کي ورتو، جو حق آهي. "دم" آهي.

منهنجو غريب رايو آهي، تہ هي سنڌ جا صوفي، ڪا گهڻ وسٽو ڪين آهن. هنن يارن، ڪا چڱي پروڙي آهي. هي دنيا جي وڏن شاعرن، فلاسفرن جي هڪ ئي سنگت جا آهن. نانڪ يوسف ۾، اها حيرت واري موج اڪثير آهي. شاعر جي من ۾ ڪو حساب آهي! تصوف يا ويدانت، سيني علمن جو ناج آهي. صوفي شاعرن کي، انهي آخرين تجربي جي ذاتي ڄاڻ آهي. هنن جو سمورو

مت، انهي هڪ خيال تي ٻڌل آهي. رنگن جي طلسم ڪان پاسو ڪري، منجهن بيرنگي کي پاسو ڪن. محسوس ڪن تہ آدم جدا جدا آهي. مگر "دم" (سرت سچاري) ساڳي آهي. ڪثرت کي دور ڪر. وحدت ۾ واصل ٿيءُ. جزوي جيوت کي ڇڏي ڏي. ڪلي حياتيءَ ۾ داخل ٿيءُ. "افراد" حيرت جي باري ۾، شيلي شاعر نهايت عمدو خيال ظاهر ڪيو آهي. شيليءَ نظم بہ چيو آهي، تہ نثر بہ لکيو آهي. سندس نثري ليک "جيوت" منجهان، هيٺ ٽڪرا ڏجن ٿا:

"جيوت ۽ جهايا جيڪي آهيون ۽ ٿيانيون، هڪ حيرت انگيز شيءِ آهي. هيرپ جو ڪوهيڙو ٿو، اسان ڪان پنهنجي پاڻ جي عبرت لڪائي. سندس ڪڻ پيڻ واريون کي ڦيرون ڏسي، ساراهہ ۾ نٿا ڏاڍن، پر جيوت، پاڻ، هڪ وڏي ۾ وڏي ڪرامت آهي. ڇا آهي سلطنتن جي بدل، گهراڻن جي ڀيچ ڏاهر؟ ڇا آهي ڏرمن ۽ راڄنيتي تحرڪن، ڄمر ۽ موت، جيوت جي ڀيٽ ۾؟ ڇا آهي سرشٽي، تان ۽ سجن جي؟ پرٿويءَ سوڌي، سندن حرڪت ۽ قسمت، جيوت جي ڀيٽ ۾؟ جيوت اعليٰ ڪرامت، تہ بہ هن کي ڇو نٿا ساراهيون؟ سبب تہ هوءَ، حد ڪرامتي آهي هڪدم مقرر ۽ بي انت آهي!

پر، اسان کي، جيوت رواجي پيئي لڳي، انهيءَ ۾ بہ چڱائي آهي، جو حيرت ڪان بچيا پيا آهيون. نہ تہ، اها حالت الاهي ۽ جبري آهي. جيڪو جيوت جي مقصد جا واهڻ ۽ هوسن، نپُورجي عبرت وس ٿي وڃن.

شيلي صاحب بہ "حيرت" جي حال جو بيان ڪيو آهي. هوُ، "جيوت" کي ڪلي هستي ٿو ڪوٺي، جا سيني قدرتي شين ڪان وڌيڪ آهي. پاڻ قدرت آهي! اڳتي هلي، شيلي شاعر پڇي ٿو:

"اسين آهيون؟ اسين آهيون ڪاٿان؟ ڪيڏانهن ٿا وڃون؟ ڇا، اسان جي وجود جي انتها موت آهي؟ ڄمر ۽ موت آهي ڇا؟ جيوت جو ڪارڻ ڇا آهي؟ ڪيئن پيدا ٿي؟ ساڳيا سوال سچل ٿو پڇي:

اسين آهيون ڇا، اسين آهيون ڇا؟
ٻيلي نٿا ڄاڻون، اسين آهيون ڇا؟

سچل جو اِهو گفتو هڪ ٽڪ آهي. ۽ نانڪ يوسف سچل پٺيان ٿو هلي:

”سنوري سنتو نفيءَ ڪي باتيان،

صحي صحي اثباتيان.“

❊❊

آن تہ وچ ۾ ناهيان ناهيان، مون هل قسم خدا

❊❊

جو جسم ڏسڻ ۾ آيو ٿي، هي تان آهي ڪو نہ ڪو

❊❊

گم ڪر هستي آپو، آپو ڪري بيزاري

❊❊

ڪل پويئي ڪانہ هستي هووڻ جسم جي

❊❊

نفعي اثبات ساڳيو ”مر تہ ماٽينس“ وارو معاملو آهي. انفرادي جسم کي ختم ڪرڻ سان مطلق هستي حاصل ٿئي ٿي. صوفين قرآن شريف جي ڪلمي جي معنيٰ بہ ”نفعي اثبات“ ڪئي آهي. نانڪ يوسف پورو پورو ٿو هڪ پرتڪ ۾ هي خيال سمائي:

”اول نفعي نيارو، پوءِ ال الله اشارو.“

”لاالله الاالله“ جو سهٽو ارٿ! اول آهي ”لا“ معنيٰ نفعي، نہ. معنيٰ تہ هو نيارو آهي. پوءِ ها. اثبات جو اشارو! مون، اڳيئي پنهنجي ڪتابن ”سچل سرمست“ ۽ ”خود ويچار“ ۾ باريڪ ريت، نفعي ۽ اثبات تي لکيو آهي. هت، وري ساڳي اُپٽار ڪرڻ نا ضروري آهي. پر، اُن باري ۾، نانڪ يوسف ڇا ٿو چوي، سو ڇاڻجي ٿو.

ويدانتين .اوم“ شبد جي ٽن انگن جو ارٿ بہ اهو ڪيو آهي: ”آءٌ هي ناهيان.“ دنيا جي وڏن وڏن سالڪن، شاعرن ۽ فلاسافرن، اها واٽ ڏني آهي. جرمنيءَ جو مشهور فيلسوف، هيگل بہ ٽن اکرن ۾ پنهنجو مت سمايو. ”مر تہ

جين." شيلي شاعر ائين چيو: "مر، جي پيائين تہ اُن ڪي ملان، جنهن جي ڳولا ۾ آهين."

انيڪ شاعرن مان، هي ساڳيو گفتو ڪڍي سگهبو، چو تہ، هي اصول بنيادي آهي، جنهن تي انيڪ پيا علم بہ اڏيا ويا آهن. سياست، جنهن جو واسطو عام جي ڀلي سان آهي، تنهن جو بنياد بہ اهو آهي. فرد کي جڳائي، تہ پاڻ کي رياست جي ڀلي ۾ ارپڻ ڪري. ساڳي جزي ڪل واري ڳالهہ. تصوف رڳو خيال نہ آهي. نڪي رڳو جذباتي آهي. تصوف جو واسطو، گهرو ۽ گهاٽو، هڪ ٻئي بنيادي شيءِ سان آهي. جنهن کي نانڪ يوسف، پنهنجي پهرئين سٽ ۾، مٿئين بيت ۾، سڏي ٿو: "عشق"



# عشق

نانڪ يوسف متي چيو، تہ درد ۽ حيرت ٻئي جاڙا آهن. ۽ عشق ازلي آهي. صوفين ڀٽاندر عاشق اُهو آهي، جنهن ۾ ٻئي لڇڻ آهن. درد ۽ حيرت، عاشق ۽ فاسق جي وچ ۾ بنيادي ڀيد آهي. ڪجا عشق پريم ۽ ڪجا فسق ڪام؟

عشق ٻن قسمن جو چئبو آهي، عشق مجازي ۽ عشق حقيقي، عشق مجازيءَ جو بہ ڪام سان واسطو ڪونہ آهي. اهو عشق صورت سان ٿو لاڳاپو رکي، تنهن ڪري ان کي مجاز ٿو چئجي، پر اهو بہ درد ڪانسواءِ نہ آهي. مجازي عاشق کي، پنهنجي معشوق کي ڇُهڻو بہ نہ آهي. مگر، دؤر ڪان پاڻ کي هلائڻو آهي. جنهن ڪري، دل جي آئيني تي جي پردا چڙهيل آهن، سي سڙي ڀسم ٿي وڃن.

جيڪو چاهي، تہ منهنجو محبوب مون کي خوش رکي، منهنجي ڪامنا پُوري ڪري، سو عشق نہ آهي، پر فسق آهي. ڪامي فاسق کي درد نٿو ٿئي، جو هُو حوَس وهيٺو آهي. البت، ڪام کي بہ قدرت ۾ جاءِ آهي، ڇو تہ عام انسان جو ڪاروبار ڪامنا تي منحصر آهي. قدرت ترشنا ۽ طمع دواران، انسان کي سبق سيکاري ٿي، پر، جنهن عشق جي، هي صوفي شاعر ڳالهيون ٿا ڪن، تنهن جو واسطو فسق سان بنهہ ڪونهي.

عشق، فسق جو ضد آهي. درد جي ڪسوٽيءَ تي چڙهيل صوفي، حيرت جي حال ۾ داخل ٿيل "عشق" جي منزل جو لائق ٿئي ٿو. رڳو درد نہ، پر درد سان گڏ ويچار ۽ ڪوجنا. "حيرت" جو پنڌ، نيٺ، انسان کي "حق" وٽ ٿو آهي. شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري، هيءَ ڳالهہ نرنيءَ ڪري ڇڏي آهي. مجازي پهچائي. جيئن حيرت جي واٽ "حق" ڏي آهي، تيئن درد جي واٽ "عشق" ڏي عشق تربيت ڪانسواءِ نہ ڪمائجي، پر جي ڪمائجي تہ شرط هي آهي، تہ معشوق کي اصل خبر نہ پوي.

عشق ۽ حق، يڪتي ۽ گيان گڏوگڏ هلڻ ڪپن. سچي شاعر ۾، اِهي ٻئي پُورا پُورا موجود آهن. هڪ پڪيءَ جا ٻه پر. عشق آگني آهي، حق روشني آهي. اَصل ۾ ٻئي هڪ وَٽ آهن. "حيرت" جو نالو ڪوجيندي ڏنوسين. تہ اها واٽ. انسان کي طلسمي رنگن مان ڪڍي، نج روشنيءَ ۾ ٿي آڻي، جا بي رنگي آهي. بصيرت جزوي شخصيت مان ڪڍي، ڪلي بصيرت ۾ ٿي وجهي. ماڻهو ڀاڱي ڪي ڇڏي، سڄي کي ٿو وٺي. جنهن سڄي ۾، سڀ ڀاڱا موجود آهن. "حق" ڏسڻ معنيٰ "سڀ" ڏسڻ.

ڏسڻ ڏسين جي، تہ همہ کي حق چوين" (شاهہ)

صوفي پاڻ کي حق سان، يعني سڀ سان ٿو ملائي.

"مرتا مورا پڪتا، وائي ٻي نہ ٻل" شاهہ

نانڪ يوسف جو چوڻ آهي:

چوراسي لک ۾ ٻولي چولي، قرڪي آپ ڇپايا هي،
ننبڻ ماڪوڙا، ڪيڙي ڪيرا، آپو آپ رچايا هي"
پکئي اُڏنت پون هر جيئڙا آيو آپ رچايا هي

شاعر ٻہ اِئين ٿو چوي: سج چنڊ تارا، وڻ ٽڻ، پٽ پهاڙ، سڀ حاڪم جو ديدار. حق منجهان ٿو عشق پئدا ٿئي. ماءُ ٿي، رکو هڪ پٽ سان، پاڻ کي هڪ ڪري، پاڻ ملائي ڇڏي. ڏسو تہ قدرت منجهس ڪيترو ٿي پيار پيدا ڪري. ٻار پلي پري هجي، پر جي ٻک لڳيس، تہ ماءُ جي ٿڻن ۾ ازخود اُٿل پوي، ڪيئن نہ، ماءُ مڙني ٻارن کي پيار ڪري. ڇو تہ، هن جو هردو ساڻن هڪ ٿي پيو آهي.

جيئن گهر جو پيار، تيئن وطن جو پيار. ڪيئن نہ گانڌيءَ جي هينئي ۾، رڳ رڳ ۾، ساري ڀارت جي روح جا واڄا وڄن! ڇو؟ هن اَوّل ڄاتو آهي، تہ ڀارت منهنجو آهي. پوءِ، هن، ڀارت جي هيٺن سان، پاڻ کي هڪ ڪيو آهي. انهيءَ چاڻ مان ۽ درد مان، عشق پيدا ٿو ٿئي. ماءُ وارو پيار مجازي آهي، سچ آهي، پر جزوي آهي. گانڌيءَ وارو پيار حقي آهي، ڪل ساڻ آهي. گانڌيءَ جهان جو ڏک محسوس ڪيو آهي ۽ جهان کي، پاڻ سان هڪ ڪيو آهي. گانڌي "عاشق" آهي. عشق جو لڇڻ آهي قرباني، ٻئي تان ٻلهار وڃڻ.

صوفي عاشق آهي، تنهن ڪري "فقير" آهي. شاهہ ٿو چوي:

**"پاتشاهي نہ پاريان" سرتيون سئيءَ ساڻ،**

**ڏکي اگهاڙن کي ڪين ڏکيائين پاڻ."**

سئي سپ ڪپڙا سبي، ۽ ٻين کي پهرائي، نہ پاڻ کي. اها آهي فقيري قرباني، نانڪ يوسف بہ. سچل جيان فقير هو. تڏهن سچل امانت ڏنيس چي ٿو:

**"پير مغان جي در تي، پرزا پاڻ ڪيوسين"**

"نانڪ يوسف" جن فقيرن پنيان مشتاق آهي، تن جا نالا ٿو ڏئي:

**اچي فقر دي حال، رهندي اپني صاحب نال،**

**شمس الحق منصور عطاري، هي اُنهان دي حال"**

شمس تبريز، مولانا جلال الدين جو گرو هو. هن عاشق جي کل لاٿي ويئي. منصور حلاج کي، گهڻن عذابن ڏيڻ کانپوءِ ڦاسيءَ چاڙهيو ويو. شيخ عطار مشهور شاعر ٿيو آهي. هي سڀ عاشق هئا. ماڻهن جي ڀلي لاءِ، هنن پاڻ پتوڙيو.

البت، سچن عاشقن کي، ماڻهو نٿا سڃاڻن. هو ڀلو بہ سندن ٿا گهرن. پر، ڪنهن قسم جون عقوبتون بہ، سندن هٿان ٿا سهن. پر فقير جي اها نشاني آهي، تہ هُو پاڻ مارائي بہ، ٻين جو ڀلو گهري ٿو. چو تہ، هُو هنن کي پنهنجو پاڻ ٿا ڏسڻ ۾ اچن.

نانڪ يوسف سان بہ ڪي جنيون ٿيون هيون. چوي ٿو:

**"طرفون تيڏي سر تي چايم، ساري خلق خواري،**

**عشق تسان، اسان يتيمانون، ڏيندا شهر نيڪالي"**

عاشق چوي ٿو: ماڻهن جو ڀلو ڪجي، ڪين سنئين راھ تي آڻجي. هن جو ترڪ ۽ قرباني، هڪ سهڻو مثال آهي. هُو فقير آهي. يعني ڪوڏي بہ پاڻ وٽ ڪين ٿو رکي، پر تنهن هوندي بہ، مصيبتون متائنس آهن. سچل فقير جي وقت ۾، هالن وارن مخدومن جي ساڻن خصومت هئي. سچل بہ مٿن گهڻا چوھ چنڊيا آهن. سچل جي سنڌي ٻاڻيءَ ۾، منصور هن لاءِ آدرش آهي. هو منصور جي پٺ وٺڻ ٿو گهري:

**"سچ ٿا مرد چون ڪنهن کي وٺي نہ وٺي،**

**ڪوڙيءَ دوستيءَ جو دم، ٻٽي نہ ٻٽي،**

**سچ چيو منصور، نيئي چاڙهيو ڦاسي،**

**اهڙا بار برھ جا، ٻيو ڪير ڪٽي نہ ڪٽي."**

منصور لاءِ نانڪ يوسف ٺو چوي:

"برهه عمل مون اڳن جهلي مون، حلاج ماريا برهه نقارا"

هڪ جهيڙو مذهب وارا ٿا ڪن. ٻيو جهيڙو شاهوڪار هلندي وارا. ڀلا جي چوندا "ڏوڙ ڏام ۽ ٻيچ" تن پنيان پنڊت چو نه ڪاهي پوندا؟ جي چوندا ته مذهب سڀ "ڪوڙ جون ڪهاڻيون" آهن. تن سان ملا ڪيئن نهندا؟ مذهب شاهي ۽ شاهوڪار، ٻئي ڪنيون ٿيون هلن. شاهوڪارن کي ٻه ته صوفي ڪين سهن. پوءِ هُو وري ڪين ڇڏين چو ٿا؟ نانڪ يوسف ته مٿائن سخت ڪاوڙيل آهي. چي:

دنيا دار دنيا وچ ڪُوڙي، مغز تنهان دي خالي ڪوري!
وات ڏيهان وچ حرص حيرانِ، چڪندي نڪر نصيبا نان"

ڏسو ته انهن جو ڪهڙو ٿو حال ٿئي:

ڪيئس قارون دا منهن ڪالا"

نانڪ يوسف تي ٻه ملامتون چڙهيون هيون. پر شڪر، جو سچل ۽ نانڪ جي وقت ۾، راڄ ٽالپرن جي هٿ ۾ هئو. ۽ ٽالپر ڪلهوڙن کان گهڻو گهڻو آزاد هئا. ڪلهوڙن، شاهه عنايت جي سسي لهرائي هئي، ۽ پڻ لطيف کي آزاريو هو. مير ٽالپر ته صوفين جا پاڻ شش هوندا هئا. مثلن، جنهن ياڳي خيرپور ۾ سچل وارا رهندا هئا، تنهن خيرپور جو مير علي مراد خان سچل مٿان ٻلهار هئو. ۽ نانڪ يوسف جو طالب ٿيو. تنهن هوندي ٻه، سچل وارن سان مولوين ٻه پائي ڪنئي هئي. اها لڙائي قدري اڃا ٻه چالو آهي. سبب ته درازن وارا شريعت جا پائبند ئي ڪين هئا.

اُئين نه سمجهڻ جڳائي، ته هن ڪتاب جو لکندڙ، ڪو شريعت جي برخلاف ٿو لکڻ گهري. (منهنجو رايو آهي) ته منهنجي نظر ۾، شريعت جي پائبنديءَ جي، هر وقت قدري ضرورت آهي. شريعت ٻه، تصوف (پڻاندر هڪ مقرر) جو پهريون قدم آهي. معنيٰ آهي ته ماڻهو پاڻ کي انتظام ۾ رکي. شريعت، انسان کي پاڻ تي ضابطو رکڻ سيکاري ٿي. جڏهن، انسان پاڻ پُوري ضابطي رکڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو، تڏهن ئي ان ۾ اها چاهنا، سڪ ۽ طلب پئدا ٿئي، انهيءَ چيز لاءِ، جا شريعت ۾ نٿي ملي سگهي. آهستي آهستي، دين مذهب جا بند ٽوڙي، هن ڏس ۾ ٿو قدم کڻي. اڄ ڪلهه جي سمي ۾، جڏهن ڀنگ شراب وغيره گهڻو ڦهلجي رهيو آهي، ۽ اڳوڻو تصوف جو خزانو جهڪو

تي ويو آهي. تڏهن پاڻ انتظام جي وڏيڪ ضرورت آهي. سچل خود چيو:

"پنگ ڀوڙي دا يہ نشا ناهي!"

پر، اڄ، جت ڪٿ پنگ جي گهوٽ آهي، ۽ داروءَ جي تمنا آهي. ائين بہ آهي، تہ اڄ ڪلهہ، مولوي صوفين کان گهڻو زور آهن. ڇو تہ، صوفين منجهہ قرباني گهٽ تي ويئي آهي. سچل ۽ نانڪ يوسف، عاشق جي قربانيءَ تان قربان هئا ۽ وجد ۾ اچي، خوب عاشق جا نعرا هنيا اٿن. نانڪ يوسف ٿو چوي.

"نعرو عشق وارو، عاشق تنهن جو قرب قرارو.
عشق نبي معراج سونهارو، جيئن منصور جو شر نظارو،
سر اچلي ٽيئڙو ساڪ سچارو.
شمس الحق جيان شيخ عطاري، مؤج انهي سر مرسل واري،
صدقي صدقي تنهن تئون يارو.
عشق الله جو جنهن سر آيو، محنت تنهنجو آهہ سوايو،
محب ۾ رهہ مست متارو.
ڪفر اسلام ڪئون اگنا اُمامت، منجهہ ملامت عشق سلامت،
عاشق سمجهين هي سرسارو."

هي صوفي صاحب، تعصب ۽ بغض جا مخالفتي آهن. پر سچ پچ، مذهب تہ هنن سمجهيو آهي، جيئن سچل، تيئن نانڪ يوسف. اسلام جي پيغمبر صاحب جا سچا پوئلڳ آهن. هُو هن مٿان قربان آهن.

"عشق نبي معراج سونهارو، يار اسين پياسين وچي،
جت مؤج محمد نور جي."

هُو حضرت محمد صاحب ڪي سچو عاشق ٿا سمجهن. البت، هي شاعر، بلبل جيان، گل تي عاشق آهن. نہ انهيءَ خاص گل (مٽيءَ) تي، جنهن مان گل پئدا ٿو ٿئي. مٽي پل ايران جي هجي، يا هندستان جي هجي، هو سيني گلن جا شائق آهن.

نانڪ يوسف ڪي جهڙو ايران، تهڙو هندستان، پاڻ ٿو چوي:

"عشق حسن ديان فوجان چڙهيان، مارن ملڪ ايران،
نانڪ يوسف يار اشارا، حڪم هندستان."

برابر، ايران ۾ عجيب شاعر— رومي، جامي، حافظ، سعدي، عمر خيام،

عطار وغيره پيدا ٿيا آهن، جن جي ڪري، ايران جي ملڪ مٿان، عشق ۽ حسن جون فوجون چڙهيون. پر، نانڪ يوسف ڪي، دوست اهو جو اشارو ڏنو آهي، ته هندستان به، انهيءَ تصوفي حڪم جو گهر آهي! مٿيين ڏنل ڪافيءَ ۾، عاشق جو ڪهڙو نه سهڻو بيان ڪيو اٿس. پڇاڙيءَ واري سٽ ۾ آگاهه ڪري ٿو ته يارو، هنن عاشقن جو درجو امامن وارو آهي. عاشق برابر ملالت هيٺ ٿا اچن. پر:

"منجهه ملامت، عشق سلامت"

جي تون عاشق عشق الله دا، پر هون چاهه بدنامي،
نه اُت ورد وظيفم روزا، ڪفر نڪو اسلامي،
يار ملامت محبت والا، برهان توڙ تمامي.

ڳچيءَ ۾ پئي پائڻ جهڙو موتي! پُورو پورو سچل جو پيارو. جنهن به چيو ته:

"ڪم نه سو عاشق ڪريج، جنهن ۾ تنهنجي ساراهه ٿئي،
ڪڻ ملامت ڪا مٿي، مر ڏيهه پيا طعنا ڏئي."

نانڪ يوسف جي ڪلام ۾، عشق بابت اُتل ۽ اڇل خوب آهي. پاڻ چوي ٿو ته اِهو پريم، ڪا هاس (ڪل) ڪانهي!

"هاسا نهين هاسا، پريم هاسا نهين."

ڪل (هاس) ناهي، تڏهن ڇا آهي؟

"آهي لوچ اندر، سوچ سندن، عشق سُور ۾."

عاشق ڪهڙو؟

عاشق هووي عشق سڃاڻي،
جان جسم ڏوهين خيال نه آڻي."

عاشق ۽ برهه ڳالهه ساڳي:

"سنو ايڪ بات برهه ڪي، برهه پنت اپار هيءِ
ڪهان گنگا، ڪهان جمنا، ڪهان مسجد منارا هيءِ."

جي نانڪ گنگا، ته مان جمنا، اسين ٻئي هڪ دوست جي دل ۾ آهيون! عشق مستي آهي، ۽ نانڪ يوسف جي ٻاٽي پڙهندي، مستي اچڻ جو امڪان آهي.

"هي برها ذات رباني، سبحاني اعظم شاني،
جنهن جي حسن ڪيتي، مستاني، دل ديواني."

ڪيئن نه، برهه جي ڇول، بحر ۽ وزن سان پُوري پُوري پيئي هلي. ۽ دل

پيئي بهار ٿئي:

"عاشقن کي عشق بهاري، نانڪ يوسف گل گلزاري."

خوشنود عشق ڏٺي ۽ سندس مشاهدو آهي.

"عشق الله بن ٻي سڀ ڦاهي،
واحد شاهد شهد الاهي."

چي: عشق منجهان ئي هيءَ سرشٽي رچي آهي. هي سڀ عشق جي چؤنپر راند آهي!

"چونپر عشق دي چپ نہ ڪائي،
راتيان ڏينهان ڊالين ڊاليان،
دم ڊالين ڊائين برهہ ديان،
ڪرندا راند اهائي."

پر، انهيءَ عشق جي چؤنپر هلي ئي پيئي. بس ئي ڪانہ آهي. رات ڏينهن ڊارا (ڊالا) پيا ٿا ڊرن. اِهو دم (جنهن مان آدم آيو)، سو بہ برهہ آهي. ۽ اهائي راند ٿو ڪري، سڀ جوڙ عشق منجهان نڪتي آهي.

"نانڪ يوسف يار بليندا،
اِسم جسم دي ناهہ ٿهيندا
سهٽي سهٽي جوڙ جوڙيندا
تولا تي يا ماسا ري".

هن عشق جي سرشٽيءَ مان ئي، هي اسم جسم ۽ جوڙون جڙيون. تولا ۽ ماسا بہ انهيءَ مان ٺهيا آهن! اها جوڙ سڀ عشق مان ٺهي آهي. قربانيءَ مان جڙي آهي.

شاهہ صاحب ٿو چوي:

"ڦيڪون فدا ڪري، پوءِ پٽيرپائين پونءِ"

ڏٺيءَ چيو: "ڪن فيڪون"، ٿيءَ، ۽ ٿي پيو. پونءِ پٽر جي پيئي. پر اها هن جي فدائي قرباني هئي، عشق هو!

نانڪ يوسف جو بنهہ انهي جهان جي جوڙؤن جوڙيندڙ آهي، جو پاڻ ورهہ يا عشق آهي.

**پاڻ ٿو پنهنجون ڪيڏون ڏيکاري،**
**جنهن پتليءَ ڏور اُڙائي،**
**ٿي تن سان ورهه وسايان.**

عشق حقيقي ۽ جو پورو اِشارو. سچ پچ، نانڪ يوسف جو ڪلام، هڪ حيرت وارو چمن آهي.

**"عاشقن ڪي عشق بهاري، نانڪ يوسف گل گلزاري"**

هي عشق، تڏهن ڪو رڳو دلي جذبو نہ آهي. پر هن ۾ حيرت جي خيال جي پڻ ڪرامت داخل آهي. نانڪ يوسف ٿو چئي، تہ رڳو دل جي جذبي تي نہ ڀاڙجو، پر:

**"خيال تي خبردار رهو، دم چابڪ عشق سوار رهو!"**

****

**"وٺي خيال ڪريون، خيال ۾ منهن جي**
**ڏس خيال خيال سان ڏيهي."**

ساڳيو سچل وارو اشارو:

**"مئن تہ ڪوئي خيال آهيان، ليسان نال خيال"**

آئون ڇا آهيان؟ آئون تہ ڪو خيال آهيان، جو ليان بہ خيال سان ٿو. اهو حيرت جو خيال، جو "حق" آهي، سو شاعر جي عشق سان ملي اَملهہ ٿيو آهي."

اَول ٿي اول ڏنل "درد چڙهائي چاڙهي" واري بيت تي بہ ڌيان ڏيڻ جڳائي. درد ۽ حيرت، ٻئي جاڙا آهن. اهي هاڻ عاشق وٽ موجود آهن، جنهن عاشق جو عشق ازلي آهي، تن جي ڳالهہ ڪئيسون، پر چوٽون اڃا رهيل آهي. ان نسبت نانڪ يوسف چيو: "حسن سريندا ڏاري."



# حُسن

"جهاتي پاءِ، حسن ۾ جهاتي." (نانڪ يوسف)

صُوفي حسن پرست آهن. سڀ سچا شاعر حسن پرست آهن. ڪن لاءِ چوَن
تہ سهڻي پنيان آهن، ڪي چوَن تہ سهڻيءَ پنيان آهن. سهڻو، سهڻي بنان، ڪلام
ڪجهہ بہ ڪين آهي. ڪي شاعر، محبوب ڪي سهڻيءَ جي صورت ڏانهن ڏين، ڪي
وري سهڻو ڏانهن سمجهن. پوءِ ويهي ڏانهن چٽينس. چپي واهہ اکيون، سج ۽ چنڊ. واهہ
پيشاني، چپا اَبرو (پنبڻيون)، چپا مثرگان (پرون)، چپا سهڻي ڪبالب، چپا زلف
(ڪاڪل يا وار)، چپا رخ (ڳل) مٿس خال (تر). اهڙيءَ ريت، سونهن ڪي ساراهيو
آٿن، جو نوان پراڻا، اهي لفظ پڙهندي ڏانهن هرڪ ۾ اچن!

نانڪ يوسف جو ڪلامُ بہ، انهيءَ حسن پرستيءَ سان ڀريو پيو آهي.
نانڪ يوسف، سهڻيءَ بدران، سهڻي ڪي ساراهيو آهي. سندس اکيون، لب، ابرو،
مثرگان، رخ، زلف ۽ وغيره وغيره.

نانڪ يوسف جا اکين تي ڪئين ڪلام آهن:

"مست اکيان معشوقاندا، ذت ڪيهي ڳالهہ ڪريجي،
ويکڻ حسن حڪامت سهڻي، موتو قبل مريجي."

اکين جي حسن جي سهڻي حڪايت، نانڪ يوسف ۾ گهري ۽ گهاٽي آهي.

اکيان پيتي جامُ محبت مرشد مولا والي،
اَبرو تير، ڪمان تي مثرگان، ڪوُن اُنهان نون ڏالي،
سرخي نال سفيدي، سهڻي، سبز معطلي سيہ ڪالي،
ابرو تيغ بهادر پؤنري، پُون پُون ڪرن بحالي،

رمجهمر زلف تي رخسران، چالي ٻرٻر والي،
سياهہ بسيهر جونڪي، ڪاڪل ڪاري ننگن چالي،
يوسف سهڻيان، يار حسن دا، مستو مست خيالي."

چوي ٿو: منهنجين اکين پرپير جو پيالو (جام)، مرشد وٽان مليل پيتو آهي. يار جون پنبڻيون تير آهن. هن جون ڀرُون (مثرگان) ڪمان آهن. جن مان ٿا تير ڇٽن. ڪير انهن کي ٽاري پاسي ڪري سگهي؟ هن جا اِبرو (تيغ بهادر" جيان آهن. تيغ بهادر معنيٰ بهادر ترار ڇي، اِهي پؤنر وانگر بہ آهن. جي پُون پُون ٿا ڪن. سهڻي ۾ سڀ رنگ آهن، سرخي، سفيدي، ساواڻ ۽ ڪاراڻ. سهڻي جي رخسار تان، زلف پيا لٽڪن، جن جي چال ٻرٻر واري آهي. سچ جيان ڀهڪندڙ اهي سندس ڪارا وار (ڪاڪل) وسيهر (واسينگ) نانگ وانگر ٿا وراڪن ۾ ورن. يوسف ٿو چوي، تہ مان اهڙي يار جي صورت ڏسي، مست خيالي ٿي پيو آهيان.

اکيان نال اکين دي اَنکن، اکيان ستم ڪماون،
نئنان ڪيهي حڪم هلاون، واهہ اُنهان دي چالي،
ڪڏهان هوشيار ڪڏهن مدهوشي، ڏيون حسن جمالي،
ڪڏهان عبرت خيال اُنهيءَ ري، سمجهن عاشق حالي،
نانڪ يوسف عشق الهہ وچ، عاشق ڦرن اَڪالي."

اکيون ٽيون اَکين سان اٽڪن، اکيون ٽيون ظلم ڪن. اکيون ڪهڙو نہ حڪم ٽيون هلائين. ڪهڙي نہ، سندن چلت آهي. ڪڏهن تيز هوشيار، ڪڏهن نشي ۾، ڪڏهن خيال مست، ڪڏهن ڏسڻ سان بيهوش ٿيو وڃن. ڪڏهن حسن ڀرپور آهي، ڪڏهن حيرت ۾. اکين جي اها راند، ڪي خيال وارا عاشق سمجهن. انهيءَ اکين واري عشق جا عاشق اَڪالي ٿيو پيا ڦرن. سهڻي جي اکين جي باري ۾، نانڪ يوسف واري حڪايت خاص آهي. ڇو تہ اکيون آهن مڪيہ شيءِ، سهڻو پاڻ، پيا آهن سندس ساز ۽ هٿيار، هي ڪهڙيون اکيون نانڪ يوسف ڏنيون آهن؟ هي رخ (ابرو) مثرگان، زلف ڪهڙي ڳجهارت ٿا ڳالهائين. چوي ٿو: "هي زلف پيچ پيچان آهن" سي زلف ڪهڙا؟ سندن پيچ ڇا ڇا؟

ڪڏهن مومل راڻي کي رئندي، تہ ڪڏهن راڻو مومل لاءِ ماندو. منڌ ۽ ميندڙي واري راند هيڪڙي، ٽاگور شاعر ۾ بہ، اها سهڻي ۽ سهڻيءَ جي راند

آهي. معنيٰ اها هڪ اٿس ڪلي. انهيءَ قدرت ڪي، صوفي شاعرن عورت جو اسم جسم ڏيئي، خوب شاعراڻي موج ڪئي آهي. انهيءَ انوپا ستريءَ جون اول آهن اکيون، سي آهن جلوو جلالي تاب واريون:

**سج چنڊ تارا ڪتيون، تن ڪان تاب تکو هو،**
**ڪٽي نيڻ خمار مان، جا ناز ڪيائون نظر،**
**تارا ڪتيون تائب ٿيا، ڪوماڻو قمر.“**
**(شاهه)**

نانڪ يوسف ٿو چوي:

**”اک وچري مک ۾، بندوق ڪيو ٺاءُ“**

انهيءَ بندوق جي نڪاءَ سان ”ڪوڙا سيءِ ڪري پيا!“ اک نشان طاقت جو، حق جي طاقت جو، جا ڪوڙ کي ڏاهيو ڇڏي. نيڻ نيشان تاب جو آهي. لعل لب نيشان ۽ حسن جو آهي. ”

**مکڻ ماکيون ۽ مصري، تنهن ڪان محب منو هو.“ (شاهه)**

اکيون ۽ چپ ته ٺهيا، پر زلف ۽ ”ڪاڪل“ واري جيڪا ورونهن صوفين ڪئي آهي، سا ته اڪثير آهي.“

نانڪ يوسف به چيو ته ”ڪاڪل ڪارا“ محبوبن جا، ٻرٻر ٿا ڪن. وري ٿو چوي: ”پيچ پيچان زلف واري“. وارن جا آهن ونگر. هي وار ڇا آهن؟ شاهه به انهيءَ ڪاڪل جي ڪٿ ڪئي آهي. سسئي، پنهونءَ جي زلف مٿان حيران آهي. شاهه ڪاڪل به چئيس، زلف به چئيس، ڀنيو به چئيس.

**”ڀنيو جو ڀنيور ۾، ڪاڪل ڏنم ڪاله،**
**هي تنهين جي حال، زلف جي زلف ڪيا.“**

زلفن، سسئيءَ کي کهي رکيو هئو. اُهي زلف ڇا جو نشان آهن؟ هڪ معنيٰ آهي ته وار اڻ ڳڻ آهن. تنهن ڪري ڪثرت جي نيشاني ”رخ“ خوف قدرت جو ”گل“ آهي. تنهن تي جو تر آهي، سو وحدت جو نشان آهي. اهي سڀ سهڻي جو سينگار آهن. قدرت کي ڪثرت جا ”پيچا پيچ“ آهن. تهن اندر ته آهن. قدرت جو ڳجهه ڳوڙهو، ڪنهن نه پاتو آهي. انيڪ ريت، هن نشان جون معنائون ٿي سگهن ٿيون. اول وٺڻ معنيٰ کي کپي، نه اکر کي. هڪ دفعو معنيٰ جي موج محسوس ڪئي وئي، ته پوءِ اکر به آنند ازحد ڏيندا.

جنهن شاعر ۾، هي ”گهوٽ“ جاڳيو آهي، تنهن وٽ، بلي شاهہ جي چوڻ موجب، نت ”نئين نئين“ بهار آهي. هُو ازخد موج ۾ آهي. هن مثان، نانڪ يوسف ٿو چوي، تہ ”عشق ۽ حسن جون فوجون ٿيون چڙهن.“ پوءِ کهڙو حال اَٿس؟ اکيون ڇا ٿيون ڏسن؟ انهن اکين جي هلائيندڙ جي وري دل آهي، تنهن صورت ۾ دل جو ٿو بيان ڪري.

**”جنهن دي دل جنهين دي جاوي، صورت اسري ليندا،**
**جو عاشق جنهن صورت هوسين، گم اُهين وچ ٿيندا،**
**سهڻي صورت مرشد والي، بيا سڀ ذڪر ڏيندا،**
**جنهن دل صورت غير خيالون، موت نهوڙ اس نيندا،**
**نانڪ يوسف يار بنان ٻي صورت، چت فريب دليندا.“**

چوي ٿو تہ اکين سان صورت جو ڏسڻ بہ، دل تي منحصر آهي. دل ٿي صورت اُها جهڻي، ۽ عاشق جي دل، جنهن بہ صورت ۾ وڃي ٿي، تہ انهيءَ منجهہ ئي گم ٿي وڃي ٿي. سچ پڇ سروپ ٿي ٿي وڃي. تنهن ڪري، عاشق فقط هڪ ئي صورت تي، اکيون ۽ دل ڪپائي آهي، سا آهي مرشد جي: ”اکيان عين علي هو مرشدا!“ مرشد ئي سهڻو آهي. دل ۾ سهڻي بنان، ٻئي ڪنهن غير صورت جو خيال رکڻ نہ جڳائي. يار جي صورت ئي بس آهي.

شيڪسپيئر بہ يار جي صورت ڏٺي هئي. ڏسڻ بعد ٿو چوي: ”محبوب، جڏهن تو وٽان ٿي آيو آهيان. تڏهن کان، اک منهنجي وڃي وڃي آهي. منهنجو من، جو مون کي ٿو هلائي، تنهن بہ پنهنجي ڪارروائي ڪٽي بند ڪئي آهي. هونئن، اک جيڪي ڏسندي هئي، پکي يا گل، تہ صورت دل کي پهچندي هئي. پر هاڻ، نہ چو تہ. هاڻ اک ڪجهہ بہ ڪٽي ٿي ڏسي، کهري ۾ کهرو، نرم ۾ نرم، سهڻو يا برو، جبل (اوچو) يا سمنڊ (هيٺاهون)، ڏينهن يا رات، ڪارو ڪانوَ يا اڇو ڪبوتر جيڪي بہ ٿي ڏسي، تہ شڪل تو جهڙي ٿيو وڃيس. ٻي اول ئي ڏسي ڇو، توسان ئي پرپور!

سانيٽ ۾ شيڪسپيئر سچو صوفي شاعر آهي. چوي ٿو:

**”توکي ٿو هر صورت ۾ ڏسان.“**

نانڪ يوسف سان بہ ساڳي ڪار آهي:

”ٽندڻ، ماڪوڙا، ڪيڙي ڪيڙا“ ۾ بہ محبوب ڏٺو اٿس:

**”هر جا هادي نُور خدا دا، بيحد حسن ڪمال“**

❁❁

**”آپ هويا بت خاني، دلبر آپ هو يا مئخاني،**
**تحقيقون تڪرار، تون آهين، تون ٿو وسين،**
**هر صُورت ۾ سپرين، آد سندو اِسرار،**
**بر ٿر باغ بهاريا، سهڻو سڀ سينگار.“**

سهڻو آهه رنگيلو، رنگ جي معنيٰ هت سونهن آهي. نانڪ يوسف کان پڇيائون، تہ تون ڇو آيو آهين؟ سچل بہ ساڳئي سوال جو جواب ڏنو هو. آئون عرش جي ڪرسيءَ تي ويٺو هوس. ڪرسي ننڍي ٿي پيئي، آئون سمائجي نہ سگهيس. تڏهن ٿو هت ڏسڻ ۾ اچان. هي منهنجو ئي نظارو آهي. سچو ٿو چوي: هي سڀ سهڻي جو سينگار آهي. نانڪ يوسف جواب ڏنو تہ ”اوهان کي هي جهان اُگرو ٿو ڏسڻ ۾ اچي. پر اسان لاءِ، هي تہ ”رنگ پور“ آهي. سُونهن سر آهي. اهو رنگ ۽ نقش ٺاهيو بہ سهڻي آهي.

**”وو نشقو نقش بنائي هون،**
**اُسان رنگپور ويکڻ آئي هون!“**

رنگپور جو نقشو بہ مون ٺاهيو آهي. ڏسڻ بہ مان آيو آهيان! جرمنيءَ جي گوئٽيءَ شاعر وارو گفتو: ”مون ڪنان اڳي ڌرتي ڪانہ هئي. اها مون اُپائي. هي سج بہ، سمنڊ منجهان مون آندو. هي ڦرتي گهرتي چنڊ بہ، مون سان ڦريو! نانڪ چوي ٿو: ”رنگپور جي شهر پر قلزم (سمنڊ) آهي. جنهن تي ڪشتي پيئي تري، طرحين طرحين جون لهرون ۽ موجون پيون چڙهن. پر ٻڌ:

**”آپي قلزم، ڪشتي بہ آپي،**
**ڪار ملاحان دي، ڪرندا آپي.“**

سڀ درياهہ بہ پاڻ، ٻيڙي بہ پاڻ، ملاحن جي ڪارروائي بہ پاڻ ٿو ڪري! هيءَ ٻاٽي بہ گرو نانڪ واري آهي.

**”آپي ڪندا تول تارازي، آپي تولڻ هارا.“**
**سچو شاعر، هرڪو اها ٻاٽي ٿو ٻولي: ”سڀ پاڻ.“**

سو هي، سو هُو، سو اجل سو الله، سو ويري، سو واهرو، وحدت يا ايڪو! ٻن جي همت ٻولي نہ آهي. ڪو چوندو، تہ جي ٻن جي ٻولي نہ آهي، تہ عاشق

معشوق کان سواءِ ٿي نٿو سگهي، سي ٻ تہ ٻ ٿيا. حسن پرست ۽ حسن! نانڪ يوسف تہ اها بہ صفائي ڪري ڇڏي آهي:

"عاشق ۽ معشوق جو آهہ، يارانو هڪ،
آيو عاشق نانو ۾، خود ڪري لڪوني لڪ."

عاشق رڳو نانوَ ۾ آهي. اسم ۾، نہ جسم ۾. آهي مڙيوئي معشوق، هي راند لڪ لڪوٽي جي آهي. صوفي چوي ٿو: عاشق معشوق ۾ گم آهي. "گم ٿيڻ ۾ مطلب سارو."

گم ٿي وڃڻ ڪي نفي ٿو سڏجي. آهيئي هوُ. پوءِ مان آهيان ڪٿي؟ جئن رومي ٿو چوي: "زنده معشوق، انست، عاشق مرده." "جمل معشوق است، عاشق پرده ." جيئرو ئي معشوق، عاشق مري ويو. سڀ معشوق آهن. عاشق رڳو پردو آهي، نالو آهي. صوفي شاعر جي تجربي موجب، جئن گم ، تيئن موج، نانڪ يوسف واهہ جي اها موج ڪئي آهي. هو وجد ۾ ٿو اچي وڃي:

سنوري سنتو نفعي ڪي ٻانيان، صحي صحي اثباتان."
ڪلي هيءَ مڪڙي، چلي جڪڙي، ڪنبول ڪنول ۾ بهار هوئي
اهي گل ڦل ۽ بهاريون، نانڪ يوسف واريون هيون.

## راڳ مست_ ڪرشن مست:

حسن پرستي ۾ گهڻي ئي مستيون سمايل آهن. راڳ مستي، اُنهن ۾ مکيہ آهي. مغربي شاعرن جي شاعري، اڪثر ڪري راڳ_ مستيءَ واري ڪين آهي. هنن جي مستي، حسن خيالي آهي. صوفين، تنهن سان گڏ، راڳ ۽ پڻ ناچ ڳنڍي ڇڏيو آهي. نانڪ يوسف جي اها مستي واهہ جي آهي. سنڌ کان ٻاهر، پنجاب ۾ گڏيل علائقن وارن سان خوب ڏيٺ اٿس. امر تسر، جتي چڱو وقت گذاريائين، سو سر بہ تہ راڳ سر آهي، جت ستاروُن ۽ رباب رهاڻ رات ڏينهن هلي ٿي. نانڪ يوسف، اُتان، نانڪ ٻاٽي هٿ ڪئي. پر، سندس سٽر مٽرا بندرا بن پاسي بہ تہ گهڻا ٿيا ڏسجن، جو برج ڀاشا جو بہ واسو، سندس ڪلام جو وڏو آهي. سنڌ جي شاعرن، دلپت ۽ صورت بهار جي ٻاٽين ۾، هيءَ ڀاشا اچي ٿي، پر نانڪ يوسف بہ حد ڪئي آهي.

## ڪان ڪنيو:

ڪرشن، مڙني، شاعرن، حسن پرستن، راڳ وارن، نرت (ناچ) وارن، حب وارن جو محبوب آهي. ڪرشن شبد جو اَرٿ ئي آهي، ڪشش ڪري، ڪڇي دل کي ڇڪي، دماغ کي ڇڪي! حسن، حق ۽ عشق ٽيئي معنيٰ ڪرشن. جيئن مشرقين وٽ ڪرشن، تيئن پراڻن مغربن وٽ هئو، جنهن نسبت شيڪسپيئر ٿو چوي، تہ هن جي راڳ ٻڌڻ سان، پڻ جبل جون برفانيون چوٽيون ڪنڌ نوائيندڀون هيون، پڻ سمنڊ جون لهرون، مٿر مٽي ڪري، راڳ ۽ پريم روپ ڪرشن جي چرنن کي چمي، هيٺ لهي ويندڀون هيون. سورداس ۽ ٻين هندي ڀاشا وارن ڪوَين جي ڪرشن پدن، نانڪ يوسف کي خوب موهيو آهي. هُو انهيءَ ۾ لين لولين ٿيو وڃي، ۽ پنهنجي ٻاٽي ٻہ، ساڳئي ريت ٿو چوي. جئن نانڪ جي ٻاٽي روپ ٽي سڪمني ٺاهيائين، تئن پنهنجا ڪرشن پد ٿو ٺاهي. نانڪ يوسف جو مرشد سچل ٻہ، ڪرشن مٿان مشتاق هئو. سچ تہ ائين آهي، تہ هي مست، سيني مستن مٿان مست آهن!

سچل ڪرشن مٿان مشتاق هئو:

**"ٻول ٻڪي پرديسڙا، تون ڪهڙي ديسئون آونديئين،**
**مک وچ مرلي، پيرين گنگهرا، ڳلي ڳلي بجاوندئين."**

نانڪ يوسف ٿو چوي:

**"ڪن ۾ ڪنڊل، مک ۾ مرلي، موهن منڊ چلايا."**

پڇي ٿو:

**بنسريءَ وارو بيراڳي، ڪهڙي ديسئون آيو؟**
**ڪهڙي ديسئون آيو، موري پيءَ ديئسون آيو.**
**جهرنا جهم جهم ناچ نچاوت، گاوت آوت جاوت،**
**مئن من ڀاوت ڀايو.**

چي، ڪٿان اهو مرليءَ وارو آيو؟ آيو پريم جي ديسن مان. اچڻ سان، گائڻ جي دم لڳي آهي. مون کي من ڀاوت حسن جو محبوب مليو. انهيءَ مرلي سان ڀلا ڇا ٿو ڪري؟ چي جادو ٿو هلائي. هي سارو منن مرلي ٽي مچائي. سارو

جهان اهائي رچائي ۾، صوفين ڪرشن ڪي پورو پورو پروڙيو آهي.

هُو، رڳو نالي ۽ روپ تي مست ڪونہ ٿيا آهن. رڳو ساز ۽ آواز تي نہ، پر روحي راز تي:

جي رنگي رنگي تي آيو آهين،
سهٽا آدم منجھ سمايو آهين،
ڳلي ڳلي ۾ تال تماشا،
عجب سر مچايو آهين،
حسن هزاري عشق ڀھتري
نيڻن جو جهڙ لايو آهين.
عاشق جي دل ۾ دم دم،
دردن بار اُٺايو .آهين،
"موهن" موهڻيون ڀري پوشاڪون،
پاٽ ڪي پاٽ پسايو آهين."

بندرا بن جي گليءَ گليءَ ۾، اهي تماشا متا هئا. ڀاڳوت جي ڪرشن ڪهاڻيءَ، گهڻن ڪي منجهائي، بلڪ غلط راهہ تي آندو. ڇو تہ هُو اکرن ڪي چنبڙيا، پر معنيٰ ڀلجي ويا. صوفي معنيٰ تي آهن. هنن ڪرشن ڪٿا تصوف تي بهاري آهي. لطيف، انهيءَ ڪهاڻيءَ جي، سرسسئيءَ ۾ مغروري موج ڪئي آهي. ڪرشن پد چوندي، ٿو نانڪ يوسف ٻولي:

"همدم حڪم سناوينگا، شام سندر ڪي پاوهہ منجھ،
نانڪ يوسف يار دمادم، انا حق ناد بجاوينگا."

ڪرشن جي مرليءَ ۾ "اناحق" (مان حق، اهم برڪم) جو ناد آهي، جو منصور وڄايو. نانڪ يوسف، وري وري بہ پنهنجي پراڻي ڳالهہ تي ايندو، رنگن ۾ ٿو بي رنگي اڇي، ذات تي صفات ۾ اڇي، آڪار ۾ اڇي، دم منجهان، هي آدم ٿيو. ڪرشن آهي دم، جهان آهي آدم. ڪرشن ليلا، قدرت جو ناچ آهي، نہ رڳو ڇوڪرين جو چال! جنهن بہ ماٺهوءَ ۾، هيءَ ليلا ٿي مچي، سو شاعر ٿو ٿئي. انهيءَ ساڳيءَ ليلا ڪي مٽي، نانڪ يوسف چؤنپڙ جي راند چيو. اها چؤنپرعشق جي، اها ليلا ڪرشن جي، سچو نانڪ يوسف جو رسالو، انهيءَ ليلا سان ڳتيو پيو آهي. هر هر ٿو چوي:

"سنوري سندرا سندر، موهن مورت، ڪان سجان ڪاري"

ڪرشن جي رنگي رنگ ۾ ڪيئن آيو:

"هر خدا ۾، خدا هر ۾، درد ديوان هيءَ،
دوسرا ڪوئي نہ ديڪا، سرسري انسان هئي،
بي رنگي مون رنگ بنيا، خاڪي گل سبحان هيءَ،
حيرت اندر فلڪ ملڪان بي، بي خبر حيران هيءَ"

ڏس، هيءَ رڱي گل (مٽي)، گل تہ ڏس، ڪهڙو نہ منجهائنس عمدو نڪتو! ساڳيءَ ريت، هيءَ خاڪ انسان تہ ڏس، منجهائنس ڪهڙو "سرسري" ڳجهارت جو ڳجهہ پڌرو ٿيو. اهو ڪان سجان گل سجان آهي. ڪرشن ڳجهہ بہ انساني آهي. اندز ۾ پروڙيو آهي، نہ رڳو بندرابن ۾!

اسان جو شاعر، ڪرشن ليلا جي جزي جزي ۾، اندر ويو آهي. ۽ سورداس جيان ٿو موج ڪري. ڪرشن ۽ گوپيين "مرلي ليلا" مچائي هئي. نانڪ يوسف ٿو چوي:

"بنسري بجائي ڪان، پريم رس ڪي هوري لعل،
آستا ڪي ماهين سنو، انحد گهن گهوري لعل،
ڊاري چڪاري ڪان، سکيان پر چوڙي، اوڊت عنبير گلال.

سورداس امر ڪويءَ جي ڀاڻي، سندس ڪلام ۾ بنهہ مڙهجي ويئي آهي:

"لعل اچي پريم ڪي هوري، ڪيلت ڪيلت ڪان اگهوري،
ويک ويک مئن تان جهڳ مگ، رهيان پي ڪيف ڪِنوري،
ويک جسوڏا، ڪان تماشا، سنيان سنگ گهنگوري،
بيرنگ سمجهڻ سر مهراجا، گل هردي پل پوري،
نانڪ يوسف يار موهن من، جوريءَ ٻانهن مروڙي."

ٻولي برج ڀاشا واري هندي، ائين بہ نٿو چوي، تہ ڪان منهنجي "زوريءَ" ٻانهن مروٽي، پر "جوري" ٻانهن مروڙي. پر نانڪ يوسف، ڪرشن ڳائيندي بہ، هندي وهيٽو ڪين آهي. هندي، سنڌي، پارسي، ڪرشن، محمد ۽ منصور هن لاءِ، ڳالهہ مڙيائي هڪ. هو معنيٰ ۾ پر آهي. هن جي اکرن جي لهر مان، موتي ٿا نڪرن. ٻوليون سڀ آتما جون داسيون آهن. شاعر آتما جو داس آهي، نہ اکرن جو! جيئن هيٺين بيت ۾ ڏسو. راڳ جي مؤج، پد ۽ ڇند، پر

راز بہ ساڻن هلندو.

”من تانگھ لڳي، من تانگھ لڳي، واري جا وا سهٽان دي،
فرقت فرقت رين بهاوت، درسن دياوت ديا،
لرج لرج موهينئڙي ماهين، گرج گرج تن برهي باهين،
سمرت سمرت امرت پاوت، گاوت پريم پريا،

***

نٽ وٽ، نٽ وٽ، مدوا ٻولي، گهڻ گهڻ گهڻ گهڻ گر مک چولي،
هوري هوري سن وهي بهوري، سٿو ڪنوري انحد گهوري،
موج محمد گگن چڙهاوت، جنهن نانا پند ڪيتا،
نک نک نک عين پياري، جهمڪن ڊمڪن در بيچاري،
برشت برشت ابر عنايت، ڪهاڻي هيءَ يوسف بصرت.“

هي سندس خود سافو ڪرشن پد. نانڪ يوسف جي بي تعصبي طبيعت ۽ شخصيت جو مظهر آهي. ٻولي، خيال ۽ مثال، سڀ هيڪڙائيءَ جو. آهي من تار، لڳي من تار. هي پيو چوي تہ من تانگھ لڳي. ڳالھ ساڳي! هنديءَ ۾ آهي ”ترڦت ترڦت.“ تہ هي پيو پارسيءَ ۾ چوي ”لرزش لرزش“. هي پيو هنديءَ ۾ ڦيرائيس، ”لرج لرج!“ ٻاهر راڳ ۽ حسن جي ٻوليءَ هي. چمن ۾ ٿا مدوا (ڀونر) واس وٺن، پر اندر گرمک جوڳي ٿو. پيو ٿو چولي ۾ اپياس ڪري.

هوري هوري (هولي- خوش) آنند جي آهي. آنند جي گهور ٿي ٻڌجي، جوڳي ٿو اوم شبد اُچاري. هرديءَ آڪاس ڏي اُڏامي، تہ نانڪ يوسف کي من ۾ پياري پيغمبر جي معراج ٿي چڙهي اچي. معراج معنيٰ آهي مٿي چڙهڻ، جنهن کي ”چڙهاوت“ ٿو ڪوٺي. اسين چئون اوم يا ايڪو. اسلامي چوَن آهين ۽ وحده. شاھ سر ڪارايل ۾، جوڳي پکيئڙي لاءِ چيو:

وحده وائي چڙهندي چيائين
ٻگهن سين ٻاڻ هئي اُڏاڻو آڪاس.“

جوڳي ٿا انهي منتر سان ”معراج“ ڪن. حضرت محمد صاحب لاءِ چوڻ ۾ ٿو اچي، تہ بوراق گهوڙي تي چڙهي، آسمان ڏي اُڏاڻو هئو. انهيءَ کي ”معراج جي رات“ ٿو چئجي. نانڪ يوسف ٿو تصوف جو راز کولي:

## "پون بوراق اوپر هسواري، ڪيلت ڪيلت مئي لرقي"

چوڻي ٿو تہ اهو "بوراق" پون جو گهوڙو هئو. اشارو ٿو ڏئي تہ نبي سڳورو مها جوڳي هئو. اها مهراج جوڳہ اپياس واري هئي! ڪيئن نہ عرب ۽ هندستان، منجهس ملي هڪ ٿي ويا. ايران ۽ وئران ۾ بہ منجهن هڪ آهن. پاڻ چيو اٿس:

عرب عجم جل ٿل بن ۾
گنگا جمنا مترا بن ۾
هر جاءِ ڦردا مست موالي."

چي اسان مست فقيرن جو مڪان مڙني ۾ آهي!

يوسف بڏي برشت برشت "مينهن ٿو ڏسي" تہ برج پاشا سان "ابر عنايت" جي چي هي ڪڪر مهر جا آهن. يوسف بيشڪ مينگهہ جا مهر وسيا ويا. نانڪ يوسف جي حياتي ۾ ٻاٽي، پوريءَ پوري ريت پڌرو ٿي ڪري، تہ ڪيئن نہ سنڌ جي صوفياٽي پٽ ۾، اهي پرش پيدا ٿيا، جن مٿي ڇاٽايل تروپٽيءَ" ۾ نائي، اڪ رنگ ٿيا آهن.

سچ پچ، هنن ۾ "سپيتائن جي شادي" ٿي آهي! هندڪي، مسلمانڪي ڦري، انسانڪي ٿي آهي. پوءِ، چو نہ، اهڙن سهڻن مٿان، عشق ۽ حسن جون فوجون چڙهنديون. نانڪ يوسف چيو تہ ايران مٿان عشق ۽ حسن جون فوجون چڙهيون. هندستان ۾ بہ اهڙو حڪم ٿيو. پر، اڄ بہ، اهي لهرون سنڌڙيءَ جي پٽ مٿان لڳي، برهہ جو بحر پيدا ڪري سگهن ٿيون. نانڪ يوسف، سنڌ جي آئنده جي هڪ نوراني نشاني آهي. بيشڪ، هُو سر سڪ جو سر آهي.

نهايت بي عيب، پر عشق، حسن ۽ حيرت واري حياتي ڪاٽيائين. اڄ بہ نانڪ يوسف جي ٻاٽي، درازن ۾ ۽ پيين هنڌ، ماڻهو ٻڌڻ سان مست ٿين ٿا. اڄ بہ، سچل ۽ نانڪ يوسف جا "ٻالڪا"، فقير جت ڪٿ پنهنجن اُستادن جو نعرو هڻن ٿا. حق جو هوڪو ڏين ٿا. "هندو مومن ناهيان، جوئي آهيان سوئي آهيان."

"ڪفر اسلام ڪان بيحد بر هئو
سمجهڻ ڳالهہ سچائي
دم هرڪو حق هلايان."

هنن سالڪن سرمستن جي هدايت، ماڻهن لاءِ مفيد آهي، جي عشق جي

اوڙاهہ ۾ ٽيئن تہ پڻ ٽين، جي حسن هبڪار وٺن، پڻ وٺن، جي حق ۾ واسو ڪن، تہ پڻ ڪن، جي اها واٽ اونچي آهي، تہ بہ غريبي، حليمائي ۽ چڱن ڪمن ڪي نہ ڇڏين.

"ڇڏ تون هوش حيواني جو، سر سمجهہ صحيح انسانيءَ جو"

***

"چاهہ چڱي سڻ هيءَ چڱائي، جا پوڪ پوڪيندي، سا لڻندي سائي."

پن سنن ۾، اَدب، اخلاق ۽ انسانيءَ جو ڪجهہ قلمبند ڪيو اٿس. سڀ ڌرم ڪرم جي، سڀ دين مذهب جي، واٽ آهي. اخلاق، معنيٰ برادر انسانن سان چڱائيءَ جي روش، جنهن تي سنت قرآن شريف وارو چوي ٿو: "عمل" ڪريو. بچڙن ڪمن کي ڇڏڻ، چڱن ڪمن کي وٺڻ، ڪنهن کي بہ نہ رنجائڻ، پر سڀ جو ڀلو ڪرڻ.

"جي تون عاشق الله دا، چوڙين ڪم شيطاني"

شاعر فقير هيڏا وڏا، پر جئن وڏا، تئن مسڪين. وڻ جي ڏار ڦل بنان ٿي ترڪي ڦرڪي، پر ڦل لڳڻ سان ٿي ڪنڌ نوائي.

نانڪ يوسف ۾ بہ، اها حليمائيءَ جي واٽ آهي.

"پڪڙ حليمي حال حقاني"

"رهو مسڪين تہ ڪيا غمگين."

سڀ مرضن جو علاج!

سچل ۾ اها مسڪيني زور آهي. پريتم وٽ هنڙوا ٻڌڻ، درد منجهان آهون ڪرڻ، يارن وٽان نيهہ نياپي لاءِ ترڦڻ، سچل جا اهڙا بيت، دل موم ڪندڙ آهن. نانڪ يوسف جو بہ ساڳيو حال هو. سواليءَ جو عرض:

"مون ۾ عيب عميق آن، تون ڏاتار ڏڏن جو"

(۱)

"هادي هدايت جا ڌڻي، راحم رمز رفيق،
تڪيو توري ناهہ ڪو، تون توڪل شاهہ شفيق،
ڪيهي يوسف يار حقيق، تنهن جا مرهن مرڪ مون.

(۲)

اديون عشق الله جو، شال هووي سڪ سر،

دعا ڪيو مون جيڏيون، روزان روز اپر،
گهوٽ اچي مون گهر، هيءَ سر گهوري گهوريان.

استاد جو جواب:

(۱)

عاشق ٿيو نہ اُداسُ اسين توسان آهيون،
دم دم تنهنجي درد جو هت نانهن نهان هڪ سانس،
آهيون دل عشاق جي، ڏس پاس اتنون انفاس،
يوسف هڏن ماس، آهي يار يارانو هڪڙو.

(۲)

محبوبن جي مهر ۾، عاشق سدا بهار،
پرينءَ هنئن فرمايو: ونگو نہ تن جو وارو."

اهڙي سهڻي حياتي ڪاٽي، نانڪ يوسف بہ هيءَ مٽيءَ جو چولو ڇڏي، جنهن محبوب ۾ اڳيئي هئو، تنهن ۾ واصل ٿيو.

[مرهن- معاف ڪن. نهان - لڪل. سانس- پساهہ. ڏٽي ٿو چوي: هُو اسان جو پاڻ آهي.]

نانڪ يوسف جي وفات ڪرڻ بعد، سنڌ جو هڪ ٻيو ڪامل شاعر "بيدل"، پيءُ "بيڪس" جو، روهڙيءَ جو اسرار، جنهن جو ناتو درازن سؤن هو، سو زنده هو. "بيدل"، سچل جي چولي ڇڏڻ بعد، سنئي ۾ سنو شعر ٺاهيو هو: ساڳئي "بيدل" سائينءَ، نانڪ يوسف تي پڻ پارسيءَ ۾ هڪ شعر جوڙيو هو.



# نانڪ يوسف جي ٻاڻي

## ٻاڳو ڦيريون

### درد جي چاڙهي

يارو ياد اسان نُون، دلئي حيرت ڏينهن ڏهاڙي،
حيرت خيال بنيا وچ عبرت، درد چڙهائي چاڙهي،
عشق الله دا ازلي هوندا، ٻئي مذڪور اُجاڙي،
نانڪ يوسف يار دلي نُون، حسن مريندا ڏاري.

### گرو ڪرپا

نانڪ يوسف گرو ڪرپا بن، سڌريا ڪوئي نہ قاضي.

### سچ گرو

سچ گرو، سچ بات گرو ڪي، هُون مسڪين بچارا هئي.

### الکو الک

دل ڦوٽي جيهين بادل برسن لاگي،
الکو الک بتائي الفي جنبون ڏاگي ڏاگي،

### يار اوتاري

نفعي اثبات ثبوتون، هادي ال الله همارا،
انا احمد بلا ميمي ڪنهندا پار پيارا،
نانڪ يوسف يار اوتاري، اتان بن بن آپارا.

## وحدت وچ وسدي

آپ وُڇون ڪر پاسي، عاشق مار ٽٻي وچ شهدي،
ٽي غواص، ويندي وچ وحدت، طالب عشق الله دي،
ڪٽي قدم نہ چاون پڇي، رمز رهين وچ رهندي،
نانڪ يوسف ياران ملدي، وچ ديوار ڦهہ ڦهہ دي.

## دم دم دي وچ دم هليندا

دم دم دي وچ دم هليندا، طالب رک سنڀال،
نا اٿ عابد زاهد زهري، پهيون مست پيالا،
ٻي سڀ ڪم اَجائي ڪراندي، عشق بنا منهن ڪالا.

## جو دم عشق الله بن جاوي

ڪُون هووي تل يار ميڏي دا، ڍونڍيم جسم جهانٽون،
جو دم عشق الله بن جاوي، سو تا محض مهاتي،
نانڪ يوسف يار سچو دا، هردم عشق حياتي.

## عينڪ اُچ

ائين پڙ پنڌ الله جو، اُبتي سبتي سچ،
پوءِ وسنؤ ڪي ويجهڙو، رخ ۾ رهسي رچ،
پنڊڻ پائي ڪانڪا، سڀ ڪا پائي جڄ،
درد ورهہ ري واٽري، ڏرو ڏرم ۽ پچ،
نانڪ عينڪ اُچ، آهہ يوسف يارن هڪڙي.

## ذاتي راهہ

اُچ اڪين ڪي آءِ، نيڪ عين محمد،
سمجهي ڏس اندر ۾ معنيٰ نانڪ نالو ناءِ
نفعي اثبات وٽج ڪون نيئہ نہ، زير زبر دل لاءِ،
بيخودي ۽ خودي هڪو هووي، ذاتي راهہ ڪهاوَڻ هئي.

## اسادي دل رتي نہ آهي راضي

ڪي وت روز اسان دي دل تي بابا ڏاڏا قاضي،

مسئلي قال مسائل ڪردي، استقبال تي ماضي،
دم اسي دل اسادي، تي نہ آهي راضي.

## يار برهہ بن، سڀ پنڌ اجايا

ڦهہ ڦهہ ديوار دوئي دي، جنهن جو جڳ پلايا،
ڪورا حرص هوا ۽ تڪبر، ڏنڏا تڪبر اجايا،
نانڪ يوسف يار برهہ بن، پيا سڀ پنڌ ادايا.

## سچي محبت

دل درازين محبت سچي، يارو وچ وڪاٽي،
رو رو حال دليندديان، وهنديان نيليان پر پاٽي.

## سهٽي صورت مرشد والي

جنهن دي دل جنهين دي جاوي، صورت اِسدي ليندا،
جو عاشق جنهن صورت هوسي، گم اهين وچ ٿيندا،
سهٽي صورت مرشد والي، پيا سڀ ڏڪڙا ڏيندا،
جنهن دل صُورت غير خيالُون، موت نهوڙ اس نيندا،
يوسف يار بنا ڀي صورت، چٽ فريب دليندا.

## نينهن اٽانگي بازي

يار بنان ڀي صورت مورت، سوَ لک سهٽي هووي،
بازيگر بنائي بازي اي گل جو دل سووي سووي،
آپون آپ ڪري بيزاري، رات ڏيهان رت رووي،
نانڪ نيهن اٽانگي بازي جان دم هل.

## دلبر يار بنان

دم دم دلبر يار بنان، دل ماندي ٿي تڙڦندي.

## ڏاج ڏاڏاٽا

دم اوتاري آوي جاوي، گربن انڌا ڪاٽا،
گنگا ڪر ڦري دو جڳ مين، سمجهي دسرت سجاٽان،
دين ڪفر اسلام مذاهب، نيهن ڪوئي ڏاج ڏاڏاٽان،

دل ميري منظور نہ ڪيتا، اصلون ڪوڙ ڪماٺان،
نانڪ يوسف يار فقير ڪا، سن دو پرک اوتاري.

## نيهن گل ڪاري

پانچ تت ڪو پونئرو، غسي کهين ڪيل،
دس اوتار آئي پر يارنهن ساڏو سمجھ تياري،
ڪو ماني اور ڪوئي نہ ماني، ستگر ساک سچاري،
ٻلهاري ستگر اپني، درسن ڪا بکياري،
درسن هرگر هردي ماني، چرن ڏيان دي ياري
سچ گرو گيان بتايا، وارڻ وارڻ واري،
يوسف صدقي گرو سچي تئون، گهتي نيهن گل ڪاري.

## جي تون عاشق

جي تون عاشق عشق الله دا، ڇوڙين ڪر شيطاني،
ايڪو رنگ، ايڪو مل رهنا، رنگ برنگ مياني.

## ڳالھ ڳجهي جا اصلوُن والي

ڳالھ ڳجهي جا اصلوُن والي، يارو ياد ڪريجي،
انفسڪر سڻ اهو اِشارا، موتو قبل مريجي،
مير محيط رهڻ هر شيءِ وچ، سمجهڻ رمز ڏريجي،
ثابت ذات ربي رک نالي، هستي هاڻ هريجي،
نانڪ يوسف يار هڪو دم، دلبر ديد ڀريجي.

## تن جي تار

من تن تن جي تار، سي تار ڪشن ٽا تار مون،
قلب تہ ڪش معشوق جي، سا هن ڳيئڙي سار.

## جي تون عاشق عشق دا

جي تون عاشق عشق دا، برهون چا بدنامي،
نا اُت ورد وظيفہ روزا، ڪفر نڪو اسلامي،
بار ملامت محبت والا، برها توڙ تمامي،
نانڪ يوسف خاڪ ڳلي رهہ، دلبر مست مدامي.

## رهُ مسڪين

رهُ مسڪين تہ ڪيا غمگين، هادي هردم راضي،
رام رحيم ڪريم قديمي، صاحب دوست درازي.

## مستو مست خيالي

پيتي جام محبت مرشد مولا والي
ابرو تير تي ڪمان تي مثرگان، ڪون اونهانُون ٽالي،
سرخي نال سفيدي سهٽي، سبز مسي سيہ ڪالي،
اَبروُ تيغ بهادر پونئري، پُون پُون ڪرن بحالي،
رم جهم زلف جي رخساران، چالي پر پر والي،
سياهہ بسير جونڪي، ڪاڪل ڪاري ڏنگن چالي،
يوسف سهٽيان يار حسن دا، مستو مست خيالي.

## اکيان ستم ڪماون

اکيان نال اکين دي اٽڪن، اکيان ستم ڪماون،
نينان ڪيهي حڪم هلاون، واهہ انهانّ دي چالي،
ڪڏهن هوشيار، ڪڏهان مدهوشي، مستو مست خيالي.

## عاشق قرن آڪالي

ڪڏان نينان ڪري بي هوشي، ڏيوَن حسن جمالي،
ڪڏان عبرت خيال اهيندي، سمجهن عاشق حالي،
نانڪ يوسف عشق الله وچ، عاشق قرن اڪالي.

## ڳجهڙي ڳوڙهي رمز

اکيان ڳجهڙي ڳالهڙي، اندر وچ ڪيهي ڳالهہ ڪريجي،
ڳجهڙي ڳوڙهي، رمز ڪيندي، چوري چاس چڪيجي،
بيدردان نون درد نہ ڏسيجي، اندر روح رکيجي،
نانڪ يوسف يار محبت بن، نا ڪوئي هنر سکيجي.

## اڪيان نُور خدائي

اڪيان سرا واڳھ الھي، اڪيان نُور خدائي،
اڪيان موج محمد نياري، اڪياندي بادشاهي،
اڪيان فلڪين، ملڪين، روشن، اڪيان، دي روشنائي،
اڪيان ڪن فيڪُون بلايا، اڪيان ڪثرت پائي.

## يار ديان آڪيان

اڪيان نال اڪين دي جيھڙي، اڪيان ڦر ڦر پرچن،
اڪيان نال آڪيان هسدي، رو رو ورهہ نہ ورچن،
نانڪ يوسف يار ديان اڪيان، ڏاڍي ڏک سين پرچن.

## فقيراسين

ڀھُون تقصيران مئن تون ٿيئان،
ستگر بخشي منڍيان مينان،
فقير اسين درويش اُداسي.

## صاحب صورت ۾ صاف

سڀ رچنا آپ رچائي،
اگم نگم سين ميري پائي،
هر گر هيءُ پرمارٿ ميرا،
پر اُپڪاري مرد مٿيرا،
هرگر پرک اتاري تت،
گرڪي ستيامت اگت،
گرڪي جوت پئي پرڪاش،
پاٿي ڌرت پوَن آڪاس،
جل ٿل مهيل ڪوهہ ارڪاف،
صاحب هر صورت ۾ صاف.

## اپڻ جوڳ ڪماندا جوڳي

اپڻ جوڳ ڪماندا جوڳي،
اپڻ جون جنم جهنم يوگي،
اپڻ برهه برهم آليل،
اپڻ سورم سچ سو بيل.

## يارڪا سمرو ناما

يوسف يار ڪا سمرو ناما، دم دم بولو موهن راما،
سندر هرجن من منهه شاما، سبد گرو ڪي ڪل نہ مامان.

## هادي مرشد ايڪ نظارا

ساڌو سوهن سبد اَپار،
الله مولا هو حق سارا،
هادي مرشد ايڪ نظارا،
رام رحيم پيغمبر پارا،
نانڪ جس سمريا سو پارا.

## سپ ڪنهن صورت هيڪ الله

ايڪ مسلمان هندو شاهه، اپڻ رام رحيم پناهه،
اپڻ شاهه گداءِ سپاهه، آپڻ ڪفر اسلام گناهه،
اپڻ سورج ڪيتا ماهه، اپڻ جان جسم ارواح،
نانڪ يوسف گرو فتاح، سپ ڪنهن صورت هيڪ الله
واهه گرو جي شاهه دراز، عاشق سچا سچ آواز.

## ڪايا ڪايا ذات رماتا

دل ۾ ديکو ڪول پران، يار مندر ۾ رمز رهاڻ،
ديهي ديک نہ ڀول آگيانا، ڪايا ڪايا ذات رماتا.

## مرد اوتاري ياري

نبيان غوثان، قطبان تاري، هوندي مرد اَوتاري ياري،
ٻارنهن چوڏنهن ساد سچاري، نانڪ يوسف ڀڳت آپاري.

## صاحب وسندا هر گهوش بگوش

پگهت پگهت ۾ اُسکا بانا،
سنتا ۾ هر آپ سمانا،
سنتان کا هئي سر پوس،
صاحب وسندا هرگوش بگوش.

## عشق جا رنگ

برج کاپو جن هوش بهوش،
چاهو عشق ۾ جوشان جوش،
هي محبت نوشان نوش،
نانک يوسف صبر خموش،
نال محبوبان دوشان دوش.

## واه گروجي

وڏا صاحب هي وڏ ڀاڳي،
جسکي جوت جهانون جاڳي.

## جسکو پريم گروکا جا ڏيان

تر هو گرو کي پياري سک، تر سي لڳي نه کسکي بک،
تر هو نرمل ساڌ سچاري، هو ساڌان پر واري واري،
هرگر تيري راکي پت، وچن گرو کا مانو ست،
جسکو پريم گرو کا ڏيان، تن پر راضي هئي ڀڳوان،
جنکا تهچا گرکي نال، اس پر گر بهت ڏيال.

## ستگر کي سنگ

ستگر کي سنگ جو نرسانچا، کال نرڳ سُون سو نر باچا،
گرو کا شبد سمر سکمني، ستکي پر کهي هرگ ڏني.

## ستگر کا وچن

وچن بولا تا ستگر يار، غيبون عشق الله اوتار،
نانک ساڌ اوتار جو پايا، ترکان ۾ رنگ ترک بنايا.

## وچن گروڪا

وچن گرو ڪا ڪون نہ ماني، ڪافر ڪي جو مسلماني،
نانڪ يوسف يار يگاني، گر ڪا حڪم هليا هزباني.

## برهہ ڪهاڻي

سچا هئي مرشد، سچي هيءَ ٻاڻي،
بني هيءَ ساڌو برهم ڪهاڻي،
عشاق عاشق گرو ڪي برحق.

## منصُور

برهہ عمل مرن، اگن اجهل مرن،
حلاج ماريا برهہ نقارا،
سنوني يارا، ديدار پارا، ڪرو نظارا، اِسي ئي سارا،
پايا سچا سچ سچارا، پيا اُسيڪا قرب ڪرارا.

## اناالحق

سنياهي عالم دو جڳ ۾ بسيارا،
بولي اناالحق، حقا هو الحق، سوني نظارا،
مهراج سارا، نبي سونهارا، گرو همارا.

## علي ڪي عينون

علي ڪي عينُون، ديڪا هُون هي نينُون،
هڪو تجلا، همرا گرديو، الله الاالله باالله،
نهين ڪو اسڪا دو جڳ ۾ ثاني،
اَگرچ خواني، بدل زباني يقين داني.

## نفعي ڪي باتيان

سنوري سنتو، نفعي ڪي باتيان،
صحي صحي اثباتيان،
ثبوت ثابت نفعي ڪي ناهُون، الله هون

## مڪڙي

ڪلي هئي مڪڙي، چلي هئي مڪڙي، ڪنول ڪنول مين بهار هوئي،
نهي ڪو پڪا، نهي ڪر ليڪا، نهين ڪو پايا ناهين سمايا.

## خالق آهي خلق ۾

چاڻڻ پنهنجو پاڻ کي، هيءَ خرابي بس،
ڪير هلائڻ هئڻ ۾، رمز اها ڏس ڏس،
خالق آهي خلق ۾، حڪم ته ڪو ڪنهن وس،
ڳالھ ڳجهي، ڳجھ عشق جو، آھ عشاقن ڪس،
ڏيي دئيءَ کي دس، يوسف يار جيئڻ سدا.

## تون ئي تون

تحقيقُون تڪرار تون آهين، تون ٿو وسين،
هر صورت ۾ سپرين، آءِ سنڌ ءِ اسرار،
برٿر باغ بهاريا، سهڻون سڀ سينگار،
پرتو وير تهانجو، جئن سُورج جو لهلڪار،
يوسف دل ديدار، هادي هردم تون ويس.

## توهون توکي تو پرين

مان مان تون تون ۾ توهين، توهين توهين تار
فلڪ ملڪ آن خلق ۾، گويا تو گفتار،
يوسف سمجھ يار، توهون توکي تو پرين.

## عاشق ڳولي رب

هرڪو ڳولي اَن کي، عاشق ڳولي رب،
دنيا ڏوُتي جي ولهوٽيا، ڪارو تن قلن،
سارو اَن مطلب، جي يوسف هوندا يار سين.

## ساڌ سنگت

واھ گرو جي شاھ درازي، صاحب رضا ۾ عاشق راضي.
نانڪ ٻولي گرکي ٻاڻي، ساڌ سنگت صاحب ساڻي.

## ٻاهتر فرقي ڪا جهڳڙا

هرڪوئي ڪهتا دين همارا، جهڳڙا خالي ڪرتي پارا،
ٻاهتر فرقي ڪا هئي جهڳڙا، آپ آپس ۾ اُن ڪا لڳرا.

## ڪوڙا دنيادار

دنيا دار دنيا وچ ڪوڙي،
مغز تنهان دي خالي ڪوري،
رات ڏينهان وچ حرص حيران،
چڪندي ٽڪر نصيتا نان.
ڪيتس قارون دا منهن ڪالا.

## پريم ڪي ٻاٽي

نانڪ يوسف پريم ڪي ٻاٽي،
ساک سچي سڻ عشق ڪهاٽي،
واهه گرو جي شاهه درازي،
صاحب رضا ۾ عاشق راضي.

## مرڪر جيندي

ترڪ دنيا دا عاشق ڪرندي،
مرڪر جيندي، ڦر نہ مرندي.

## پاڻ چڙي آيو پاڻ ڪُون

پاڻ چڙي آيو پاڻ ڪون، ٻيپر پراهون پاڻ.

## گهير عشق جي گهر

پري پيريءَ ڪُون ٽئين، بزرگيءَ ڪون ٽئين بر،
چڙي تسبيح تال جي، گهير عشق جي گهر،
دوُر دڪانن ڪون رهي، سمجهه سريءَ هن سر،
مڪر مصلا گودڙيون، ظاهر اٿئي منر،
ٻيا سپ ساڙ فڪر، نانڪ يوسف ياراٽان.

## پاٽون سچاٽج پر

عاشق ان احوال ۾، ناهه تفاوت تر،
خلق الاشياءَ وهو ڪينها، پاٽون سچاٽج پر،
دل ڏس ديوار مون، وٺي ناءَ ننگر،
ڳالهه سچي سچ يار جي، پائن نه عاشق اِر،
آهه منجهيئي مر، نانڪ يوسف يار جو.

## تو ۾ تنهنجو تال

تو ۾ تنهن جو تال، تون ساز وڄائين سرت جا،
سازڙج سرت عقل جي، عاشق وَٽ احوال،
طلسم سير ڏسڻ ۾، نقش رنگي رهوال،
موهيا موهه عميق جي، ڪي سرت عقل سر حال،
هٽي هڪڙو خيال، نانڪ يوسف يار جو.

## تون ڏاتار ڏڏن جون.

مون ۾ عيب عميق آن، تون ڏاتار ڏڏن جو
هادي هدايت جا ڏٺي، راحم، رمز رفيق،
تڪيو توري ناهه ڪو، تون توڪل شاهه شفيق،
ڪيهي يوسف يار حقيق، تنهنجا مرهن مرڪ مون.

## پاڻ نه پانيان پاڻ جو

پاڻ نه پانيان پاڻ جو، تر نه تورڻ وارو،
هووڻ تنهنجو تون آهين، سدا بسنت بهار،
تون هسين، تون روئين، تون گويا تون گفتار،
نانڪ يوسف يار، توري تڪيو ناهه ڪو.

## اسين توسان آهيون

عاشق ٿيو نه اُداس، اسين توسان آهيون،
دم دم تنهن جي در جو، هت نانهن نهان هڪ ساس،
آهيون دل عشاق جي، ڏس پاس انهون انفاس،
يوسف هڏڙن، ماس آهي يار يارانو يار جو.

## آهي يارانو هڪ

عاشق ۽ معشوق جو، آهي يارانو هڪ،
آيو عاشق نانوَ ۾، خود ڪري لڪوڻي لڪ،
تا ويهي مُور م وڪ، ڪر م يوسف نالان نينهن.

## گهوٽ اچي مُون گهر

اديون عشق الله جو، شال هووي سڪ سر،
دعا ڪيو مُون جيڏيون، روزان روز اُپر،
گهوٽ اچي مون گهر، هي سر گهورڻ گهوريان.

## عشق سندو اِسرار

محبوبن جي مهر ۾، عاشق سدا بهار،
پرين هٿن فرمايو، ونگو نہ تن جو وار،
گر ڪر هستي حال ۾، عشق سندو اسرار.

## پڙهن تا ڪتاب جي معنيٰ

ڪي وت ساڌ سمرٽيان سورن،
ڪي وت تسبيح ترڪي،
ذڪر زبانون، دل دنيا وچ،
ويک جا ملگيا ڪڙڪي،
لک ڪروڙ شمار ڪن،
علم صفاتي پڙهڪي،
لدني علم نہ عين سڃاڻن،
زور ذڪر دي ٻرڪي،
پڙهن ڪتاب بي معنيٰ،
سمجهن نہ رکن لڙڪي،
اوران سين اُرٽ ڪوليندي،
تاب تکي دل دڙڪي.

## عشق دي چولي

جي پڇين يار مهين تون، عشق دي ڪيهي چولي،
ڪڏهان دانهن درد دلائل، ڪڏهان عشقُون پولي،
ڪڏهان مست خيال خستہ، ڪڏهان بيخُود ٻولي،
ڪڏهان ڏوهہ ثواب ڪفر وچ، ڪڏهان دين الولي،
ڪڏهان سوليءَ سر نظارا، اناالحق بہ قولي،
بيرنگ باتا نانڪ يوسف، هر جا يار نہ اوپي.

## موتو قبل مري جي (موت کان اڳ مرڻ)

مست اڪيان معشوقا نديان، وت کهڙي ڳالهہ ڪريجي،
ويڪڻ حسن حڪايت سهڻي، موتو قبل مريجي،
يوسف حاضر يار سڄڻ دي، نانڪو ڏوڙ ڏريجي.

## شراب وحدت ولا

اڪيان اڪيان جهيڙا ڪيها، چارئي هڪو ٿيوَن،
جام شراب وَحدت والا، پر ڪو محبت پِيون،
رل مل رمز اِهي وچ، عاشق چاڪ سيني دا سستيُون،
نانڪ يوسف يار هميشہ، ويک معشوقان جيوَن.

## اڪيان

اڪيان نال اڪين دي ڏاڍي ڪرديان ٽاٽي ماٽي،
عاشق دي معشوق اهوئي، ويک اڪين وچ واٽي،
ديدان دم درياهہ الله دا، نرمل نور سڃاٽي.

**

رو رو ڪانگ دڪاندي، اڪيان يار سڄڻ دل گهلين،
هنجون هار قطار ڪونجان دي، چوهون جيڪر چلين.

**

اڪيان باز ڪبوتر دل نُون، چنگل مارن جهٽڪي،
ڪاون ماس تي پيون لوهو، هيٺان ڪليجي پٽجي،
چارئي طرف فتح ڪريندي، نين سپاهي اٽڪي،
يوسف يار دو چشمان چالي، موهن موهن لٽڪي.

# گرکي ٻاڻي

(١)

ڀُون تقصير مئن تون ٽيئان،
ستگر بخشي منديان مينان،
فقير اسين درويش اُداسي،
ابناسي بيراک سناسي،
جيسي سي حال وڪاڻي،
نانڪ يوسف يار سڃاڻي.

(٢)

رچنا گر آپ رچائي،
اگر نگر سين ميري پائي،
هرگر هئي پرمارٿ ميرا،
پر اُپڪاري مرد مٿيرا،
هرگر پرک اُتاري تت،
گرکي ستيا مت آگت،
گرکي جوت پئي پرڪاس،
پاڻي ڌرت پوَن آڪاس،
جل ٿل مهيئل کوه ارڪاف،
صاحب هر صُورت ۾ صاف.

(٣)

بنيان غوثان قطب تاري،
هوندي مرد اوتاري ياري،
ٻارهن چوڏهن ساڌ سچاري،
نانڪ يوسف ڀڳت اپاري.

(۴)

ڀڳت ڀڳت ۾ اُسڪا بانا،
سنتا ۾ هر آپ سمانا،
سنتان ڪا هئي هر سرويش،
صاحب وسندا گوس بگوش.

(۵)

وڏا صاحب هئي وڏ ڀاڳي،
جسڪي جوت جهانُون جهاڳي.

(٦)

وچن گرو ڪا ڪُون نہ ماني،
ڪافر ڪي جو مسلماني،
نانڪ يوسف يا يگاني،
گر ڪا حڪم هليا هر باني.

(٧)

سچا هئي مرشد، سچي هئي ہاٽي،
بني هيءَ ساڌو برھ ڪهاٽي.

(٨)

واھ گرو جي شاھ درازي،
صاحب رضا ۾ عاشق راضي،
نانڪ ٻولي گرڪي ہاٽي،
ساک سچي سڻ عشق ڪهاٽي،
واھ گرو جي شاھ درازي،
صاحب رضا ۾ عاشق راضي.

## سچل- درازا

(۱)

دل درازين محبت سچي، يار وچ وڪاٽي،
رو رو حال دليندا وهنديان، پنڪٽيان پر پاٽي.

(٢)

دس اوتار آئي ڦريا رهن، ساڌو سمجهه تياري،
ڪو ماني اور ڪوئي نہ ماني، ٻستگر سال سچاري،
درسن هرگر هردي ماني، چرن ڏيان دي ياري،
سچ گرو گيان بتايا، وارنء وارنء واري،
يوسف صدقي گر سچي تُون، گهي نينهن گلڪار.

(٣)

نانڪ ڪري نماٽا آزي، آگي صاحب گرو درازي.

## نيهن اٽانگي بازي

آپون آپ ڪري بيزاري، رات ڏينهان رت رووي،
نانڪ نينهن اَٽانگي بازي، جان دم هل هلووي.



# ٻـــاٽـــي

## ڀاڱو ٻيو

### ھي تان آھي ڪير؟

ھي تان آھي ڪير، سڄاڻج، ٿو ڪري گفتار توسان،

١_ اندر ٻاھر الله مولي! ڪر ڪري ٿو سيني سولا،
ڏس شاھ شفا جو شير.

٢_ جاڏي ڪاڏي صُورت سھڻي، ھادي حق جي مُورت موھڻي
وھ دلبر يار دلير.

٣_ تون سين ۾، سڀ توئي سان، سھڻا ڪوجھا پٽ لوين سان،
چوھ چوھڙو ڏاھ ڏڦير.

٤_ (ذاتن منبرنيم ٿي آيو)، خاڪ لائي تنھن پاڻ ڇپايو،
ھي نا ڦند ڪيائين ڦير.

٥_ نانڪ يوسف يار نہ اولي، بيخبر جڳ ڀولو ڀولي،
ڪي مرشد تن ڪون مير.

### عشق جي راند

چوئپر عشق دي چپ نہ ڪائي، راتيان ڏينھان،
ڍالين ڍاليا، دم ڍالين ڍالين، برھ ديان ڍئبانءِ راند اھائي.
نانڪ يوسف يار سنيھا، غيبون آندا عجب جيھان.

### عشق جو آواز

عشق آوازئون، راز درازئون.

**

برهہ کي بارش جاڳي، گور کي جوت جاڳي.

**

الٽي پلٽي زلفان دي ڏوري، سوَ سوَ بازيان زوران زوري.

**

کارونپار ۾ ٿي وڃ گم، اچي منجهہ سجاڻ.

**

هيءُ برها ذات رباني، سبحاني اعظم شاني،
جنهن دي حسن کيتي قرباني، مستاني، دل ديواني

**

عشق ساڏا يتيمائون، ڏيندا شهر نيکالي.

**

پس ديدن ۾ ديدار، کير آهي جو ٿو کري نظارا.

## چل چمن بقا ۾

تون پُونرا گل چمن ۾، کي تون من ۾،
اُڏ پوُنرا چل چمن بقا ۾، باغ آرائين شاهہ لقا ۾،
کهيا کي هون وڃن ۾، قيد کايا هئي اجايا،
دم خيال خدائي بدن ۾، آپ سمايا حق بلايا.

**

يار اسين پياسي وڃي، جت موج محمد نور جي.

## گم ٿيڻ ۾ مطلب سارو

کل پوي ٿي کان، هستي هوَوڻ جسم جي،
شهر درياءَ ۾ گم ٿياسي، مؤجان جت مهريان،
لر جهر لهريون لس پسي سي، کاهن منجهہ طوفان،
جن کي خوف نہ خطرو سرجو، مرد سيئي مردان
جن کي درد خدائي دل ۾، عاشق سي انسان،
گم ٿيڻ ۾ مطلب سارو جسم سچي سبحان.

## عشق بهاري

عاشقن کي عشق بهاري، نانڪ يوسف گل گلذاري،
هت هت درسن دل ڏيندا، تنهنجي در جي پورهيت جائي.

**

گهنڊ ڪول مک درسن وڪا، جسمي الله اسمي الله

## پاڻ کي پاڻ پسايو آهين

بيرنگي رنگي ٿي آيو آهين، سهڻا آدم منجهه سمايو آهين،
ڳلي ڳلي ۾ تال تماشا، عجب سر مچايو آهين،
حسن هزاري، عشق بهاري، نيڻن جو جهڙ لايو آهين،
عاشقن جي دل تي دم دم، دردن بار اُٺايو آهين،
موهن موهڻيون پهري پوشاڪون، پاڻ کي پاڻ پسايو آهين.

## حليمي حال حقاني

پڪر حليمي حال حقاني، اوڙ تماشا فاني فاني،
پنڊت گرنٿ ڪتاب مسالي، عشق الله بن روڳ رسالي.

## تمهين تمهين ديو نظارا

فرياد ڪر گويم، تجه بن تجه بن يارا پيارا،
سن سنونتا، تم گن ونتا، سندر سنتا تم پڳوَنتا،
تمهين تمهين ديو نظارا.
تم ٻلوَنتا سر سبحاني، هيءِ مست بني آڌين اگياني،
تم پرتم پر پار همارا.
تم گرمک روپ اَپارو، نادانا حد من منجهه تارو،
نيهه نقارا گر غبارا.

## حيرت حال

آيو حيرت حال ۾، عبرت منجهه ارواح،
دنيا ڊُوتي عادت لوتي،
درد وارن کي ڪنهنجو ناهي پرين ري پرواهه.

## الله درد ۾، درد الله ۾

الله درد ۾ درد الله ۾، صحيح آءِ سماءِ،
نانڪ يوسف نيهه جون شاديون، سولو عشق سياءِ.

## خيال تي خبردار

خيال تي خبردار رهو، دم چابڪ عشق سوار رهو.

## نعرو عشق وارو

نعرو عشق وارو، عاشق تنهنجو قرب قرارو،
عشق بني معراج سُونهارو، جيئن منصور جو (شر) نظارو،
سر اُڇلي ٽيئڙو ساک سچارو.
شمس الحق جيان، شيخ عطاري، موج انهيءَ سُر مرسل واري،
صدقي صدقي تن تئون يارو.
عشق الله جو جنهن سر آيو، نجت تنهنجو آءِ سوايو،
محبت ۾ رهي مست متارو.
ڪفر اسلام ڪُون اڳنا امامت، منجهه ملامت عشق سلامت،
عاشق سمجهين هي سر سارو.

## مهبون اِڪمني ميل

ناز مسلم ڪفر ڪفارا، گبر يهودي اوُر نصارا،
پالو پريم سين جڳت ۾، مهُبون اِڪمني ميل موهن درد خانا.

## عشق الله بن

عشق الله بن، جي سڀ ڦاهي، واحد شاهد شهد الاهي.

## سر سمجهه صحيح اِنسانيءَ جو

ڇڏ تون هوش حيوانيءَ جو، سر سمجهه صحيح انسانيءَ جو.

## جا پوک پوکيندي لٽندي سائي

چاهه چڱي سڻ هيءَ چڱائي، جا پوک پوکيندي لٽندي سائي

## ڪهه ڪتاب ياترائون

يا ويد هو يا پران هو، ڪهه ڪتاب ياترائون.

## هٽ ڪر ڏياتي

موڳا تون مٽ عادت ماتي، ورهي نواري هٽ ڪر ڏياتي.

## يار اور اندر ۾ پهر ائٿي

آهي دل جي دم دم درد سان، يار اور اندر ۾ پهر ائٿي،

پير مغان مون کي هئن فرمايو، وحدت وڏرو شبد سنايو،
دين ڪفر ٽيرا پٽ پيئي.
مذهب مشرب مُون چا چاٽان، رمز وارا راهہ سچاٽا،
سر تون وچن ٽا پئي هٽ ڏوئي.
جلوو عشق جو پاڻ سچاٽي، حڪمن بڪمن تي ڪر چاٽي،
پير مغان ڪون هيءَ سڏ پيئي.

## اپني آپ پر آيا

اپني آپ پر آيا، نهين ڪوئي دوسرا جانو،
برهہ ڪي بات نياري هئي.

## بئنسريءَ وارو بيراڳي

بئنسري وارو بيراڳي، کهڙي ديسئون آيو،
کهڙي ديسئون آيو، موري پيءُ ديسوُن آيو.

## مئن من ڀاوت پايو

جهرنا جهم جهم ناچ نچاوت، گاوت چلفت آوت جاوت،
مئن من ڀاوت پايو.

## آپو آپ رچايا هئي

قدرت ڪا کيل بنايا هئي، کيل بنايا رنگڙا لايا،
چوراسي لک پر بولي چولي، ڦرکي آپ چپايا هئي،
ٽنڊڻ ماکوڙا، کيڙي کيڙا، بشمير زهر ڪا پيڙا،
پکيئي اڏنت، پون هر جيٽرا، آپو آپ رچايا هئي.

## ڪؤن فاعل ڪون مفعول

ڪؤن فاعل ڪؤن مفعول، ڪؤن سائل ڪؤن مائل.

## پرزا پاڻ ڪيوسين

سوئي تان گم ٿيوسين، جهين ڀانيو تي جو آهيان،
پير مغان جي در تي ڊوڙي، پرزا پاڻ ڪيوسين.

## آب اهوئي

وهہ واهر پر آب اِهوئي،س

## سچل جي وصال وقت
## ڇڏي فنا کي بقا سڏاٽا

هي محبن کي خوشي آئي، ڇڏي فنا کي بقا سڏاٽا.

١- باقي ٿيڙا وڃي بقا ۾، پرين پنهنجي سر لقا ۾،
هاديءَ کي هي سڏ سيپئي، سچي تہ صاحب سچ سياٽا.

٢- منجهہ حضور هاديءَ جي يارو، ظاهر باطن نيهہ نظارو،
منٽي مرشد چوٽ چلائي، سڻ هي عاقل ٿين اَياٽا.

٣- پاڻ پيغمبر کي مختياري، ڏنين ڏيهہ ڏٽيءَ ڏاتاري،
فلک ملک هٽي وائي، سچو هوکو سچ سچاٽان.

٤- پنهنجي پرين پاڻ گهرايا، هت بہ ها کي ڏينهن سکايا،
مڙي ملکن سچ وڃائي، پنجن تنن تارن من پاٽا.

٥- فائمن کل اولياءَ کيائون، پنهنجو عشق امداد ڏنائون،
ڏس روز رکي روشنائي، حافظ محمد سچ سماٽان.

٦- حُورن کيڙا هار هزارين، خاطر پرين انت اپارين،
هي غيبُون عشق الاهي، عبد ملنگ، حق دا يار ٽکاٽا.

٧- ٻارهن سؤ ٻائيتاليهہ، چوڏهين رمضان، هجر هسواري،
واڳ وطن تي ورائي، ڏيئي عشق اوراٽا.

٨- يوسف يار سچل کيو فراقي، موٽي ملندا ٿيندا اوطاقي،
اِها ڳالهہ برهہ ڳجهہ ڳائي، روئن نانک نيڻ نماٽان.

## هرجا هادي نور خدا خود

گهر دنيا دي جنگ اجائي، گهر فقير خوشحال،
هر جا هادي نور خدا خُود، بيحد حسن کمال.

## من مجنون ٽيو

ڏسي من مجنون ٽيو سي، پيچ پيچان زلف واري.

## دل جي اختياري

دل ڪيتي دل جي اختياري، دين ايمان ڪنُون بيزاري.

## عاشق هووي

عاشق هووي عشق سڄاڻي، جان جسم ڏونهين خيال نہ آڻي.

## نيارا نيارا

ڪفر اسلام نئون نيارا نيارا، جيون جل سورج تھ ٿھ تارا.

## عجب تماشا

هاسا نهين هاسا پريم هاسا نهين هاسا راري،
ووهي جاني جس پر جو عشق انا عجب تماشا ري.

## سهٽي جوڙ

نانڪ يوسف يار بلينداِ اسم جسم دي ٺاھ ٺهينداِ
سهٽي سهٽي جوڙ جڙينداِ تولا تي يا ماسا ري.

## درد حيرت

درد حيرت خيال پايا تجھ لب مين.

## ايران عشق حسن

عشق حسن ديان، فوجان چڙهيان، مارن ملڪ ايران،
نانڪ يوسف يار يار اشاراِ حڪم هندستان.

## بتخانو مئخانو

آپ هويا بتخاني، دلبر آپ هويا، آپ هويا مئخاني.

## ڪرشن هوري

لعل اڇي پريم ڪي هوري، ڪيلت ڪيلت ڪان اگهوري،
ويک ويک مئن تان جهڳ مڳ، رهيان پي ڪرڪيف ڪٽوري.

اوڏت عنبير گلال گلابي، عطر مشڪ مروري،
ويک جسوڏا، ڪان تماشا، سنيان سنگ گهنگهوري،
بيرنگ سمجهڻ سر مهاراجا، گراهردي پل پوري،
نانڪ يوسف يار موهن من، ڪا جوڙڻ پانهن ضروري.

## پنهون

اُهي هوت خان بلوچ ايندا پنهور ۾،
آهي لوچ اندر سوچ سندن، عشق سُور ۾.

## پرين ۾ نهار

مرڻ جيئڻ نہ ڪر ياد، پنهنجي پرين ۾ نهار.

## حيوانيءَ جو دم

عمر سڀ افراد گذاريم، هيءَ هئي دم ديوانيءَ ۾.

## سامي آيا

تلڪ لڳا ڪي آيا سامي، تا بن ڪي نيرا،
جل ٿل مهيل آڪاس پرڪاس هويا.

## موهن منڊ چلايا

جوڳي دوڙي دوڙي جادو لايا،
ڀڳوين ڪپڙي پهن ڪراهن، بيلي بيک بنايا،
ڪن ۾ ڪنڊل، مک ۾ مرلي، موهن منڊ چلايا.

## يار سجاتا

لوڪ ڀلا ڀل سمون ڀولا، جوڳي سو چپ چپايا،
ذات مڃيندا، هل هليندا، ڪيڏا سوَ هنر هلايا،
نانڪ يوسف يار سجاتا، توڙي ڪي ويس مڃايا.

## گم هويا وچ آهين ناهين

نانڪ يوسف مئن تان ناهين، گم هويا وچ آهين ناهين،
ويک مايا پل نہ کايا، هادي تا همراهہ ٿيندا.

## ڪنيو ڪارو

ڪاري تي جو خل، ڪاري مشرگان،
خد لگ ڪاري، ڪشن پلاٽا،
سکيان، آن آن، چن چن چن ڪاري.

## ڪاري پياري مُورت

ڪاري پياري، هر رنگ مُورت، موهن سگ ڪهوُن ڪهوُن ويکو،
پيءَ سين پران پران، هر جا حسن گلڪاري،
ياري ياري يوسف ڪاري، ڪاري ڪي ڪف پيتم،
نيا تها آب سين جان جان، عشق بهاري آن ڪاري.

## وحدت گت

رُوپي رُوپي ڪان ڪان، رنگرا بنايو، نهڪاري (نرهنڪاري)
گاوي گاوي گيان گيان، وحدت گت گنگاري،
ڪاري ڪاري ڪاڪل، شيهر زلف، بئنسري بجانا،
دم بٽين تان تان، انحد ڏن ڏڏڪاري.

## سورداس واٽي

برشن لاگي ري بادل ڪاري،
چپلا چمڪت هئنڙو برجت،
گرجت گهن گهن گسهاري، هو گهن گاري.

## گم ڪرڻ سارو هستي حال ڪي

عاشق صفا سچي سڻ، هٿ ڪر خيال ڪي،
فرمايو سچي مرشد منهنجي درد حال ڪي،
آهي اَجهاڳ يارو قلزم برهہ جو ڪارو،
گم ڪرڻ تنهن ۾ سارو، سارو هستي حال ڪي.

## بازيگر ڪي بازي

رومي شاهي زنگي حبشي، نصراني يا هندو هو،
بازيگر ڪي بازي کيلو، ائسا ناچ نچائيندا.

## لايون برھ بهارون

پورب نيندا پوربي، لاهي منڊ تي ميارُون،
اڳڻ مون مسڪين جي، لايون برھ بهارُون.

## هستي

هستي پنهنجي هووَڻ نون، مان بلڪل بيزاري.

## دين ڪفر مذهب

دين ڪفر مذهب ڪِي جانون، ڪيسو همرو ڪام هئي.

## بدنام

ملا هندو سين ڪرن مسلمان، ميمڻ اسڪا نام هئي،
ڪلمہ قلر گو ڦر هووي ڪافر، اڳ دي اِس بدنام هئي.

## برھ ملامت عام جي

نانڪ يوسف راھ شريعت، مشڪل عرض غلام هئي،
وحدت ڪثرت سير مچايا، برھ ملامت عام جي.

## هرجا ڦردا مست موالي

عرب عجم جل ٿل بن ڀر، گنگا جمنا متُرا بندرا بن ڀر،
هرجا ڦردا مست موالي

## هسواري

پوَن بوراق هسواري، ڪيلت ڪيلت مئي لڙتي هون.

## اول نفي نيارو

اول نفي نيارو، پوءِ ال الله اشارو.

## ڏس خيال خيال سان ڏيهي

وٺي خيال ڪريون خيال ۾ پيهي، ڏس خيال خيال سان ڏيهي.

## اسين سيئي سائين سندا

هي جو اسين آهيون بندا، سيئي سائينءَ سندا،
پالڻ هار پرين هر ڪنهن کي، ڇا ميرا مندا،
ٽنڍا منڍا گنگا ٻوڙا، ڪاٺا ڪوجها انڌا.

## برهه پنٿ آپارا

سنو ايڪ بات برهه ڪي، برهه پنٿ آپارا هئي،
ڪهان گنگا جمنا، ڪهان مسجد منارا هئي،
ڪهان دونون، نانڪ يار يوسف، دوست دل ۾ هئي.

## پريم

پريم ذرا ڪسي نه پايا، ويد ڪتاب پران مون.

## آندو عشق الله

سامن ساز وڄايا، عشق منجهون آڙاهه،
وڄن طنبورا درد جا، مرليون مست متاهه،
ذاڪي ذڪر آلاپ سان، الله الاالله.

## فقير دي چالي

اچي فقيري دي چالي، رهندي اپني صاحب نال،
شمس الحق منصور عطاري، هيءَ انهان دي حال.

## رنگپور

وڳو نقشو نقش بنائي هُون، اسان رنگپور ويکڻ آئي هُون،
رنگ بنائي وچوُن رنگي اَن، ڀجهارت مين رنگي رنگپور نال،
قلزم دي وچ ڪشتي ترندي، رنگپور دي شهر دي،
طرحُون طرحُون لات لهر دي، ڪهو هي سر چڙهائي هُون،
شئہ درياهُون، مُجان چڙهيان، آون جاوَن مُول نہ لهريان،

هڪ ئي سيتي مارن ڏريان، لهرين آپ لڳائي هُون،
آپي قلزم ڪشتي ٻي آپي، ڪار ملاحان دي ڪرندا آپي،
آپ حباب آپي، ٻيا سڀ تاهه تهائي هون.
يوسف اي سر سمجهڻ سارا، اندر ٻاهر نور نظارا،
ويک چيري والا چمڪار، رنگي رمز ريجهائي هون.

## سمرت سمرت امرت پارت

من تانگهه لڳي، من تانگهه لڳي، واري جاوا سڄڻا دي،
فرقت فرقت رين بهادت، درسن دياوَت ديا،
(ترقت) لرج لرج موز هينئڙي ماهين، گرج گرج تن برهي باهين،
سمرت سمرت امرت پاوَت، گاوت پريم پريا.

## هوري هوري

نٽ وڻ نٽ وڻ مڌوا ٻولي، گهڻ گهڻ گهٽي گرمڪ چولي،
هرگت هرگت گگن گاوت، اوت رام ڪنئيا،
هوري هوري من سن وهي ٻهوري، شور ڪنوري انحد گهوري،
مؤج محمد گگن چرهاوت، جنهن نانا پنڌ ڪيٺيا،
نڪ نڪ نڪو عين پياري، جهمڪن ڊمڪن در بيچاري،
برشٽ برشت ابر عنايت، ڪهان هي يوسف بصرت.

## اڪڙين منجهه الله

اڪڙين منجهه الله، پرين تنهنجي اڪڙين منجهه الله،
سچي مرشد ڳالهه ائين جو، ڏنو سچ ويساهه،
پاڻ ڏسي تو پاڻ ٻڌي تو، ويدن مون داناهه،
ڪل اسانکي ڪيهي ميان، کهڙو ڏوهه گناهه،
تون تان مالڪ آهين ملڪ جو، ٻيو سڀ سپاهه،
يار يوسف ڪي ٿا پڻ ڪوٺن، ڪيئي نانڪ شاهه.

## ايڪ خيالي

پيائي رام رام بولو، ڪٿي هُون ڪٿن هُون،

هر تر سين ايڪ خيالي، تر پوجهو نهين چالي،
هئي سهيج بهمير خدايا، انسان ۾ آپ سمايا،
محبوب بي مثالي، بستاهيءَ لايزالي.

## چرخا

چرخا پن ڪر دوُر، آتڻ ڪيراندي مئي ول نهن جاوڻا.

## عشق جو آڙاهہ

ڏوپڙ ۾ ڏپو، سجن ڏوپر ۾ ڏپو،
عشق جي آڙاهہ ۾، پو ڏيئي ٽانگر ٽپو.

## عشق بلاتا اُلٽي ٻاٽي

تلڪ لڳائو نگي، مين ساميڙو ڪيڏائونگي،
جئُون عشق پائن، اسلام جا ڳائونگي،
عشق بلاتا اُلٽي ٻاٽي، درد اڪين مئي جلتا پاٽي،
سمندر تياڻُون ماڙ، هستي لڙائونگي.

## منصور شمس جهڙا

پهرين پوش اهڙا، منصور شمس جهڙا،
کهڙا ڪريان مون کهڙا، حق نور حل حلا ۾.

## بي رنگيءَ جا رنگ

آيا دلبر آيا دلبر آيا آيا ميرا ڍولڻا،
غيبون ڪرڪي منهورا عربي، پنڌ بنايا، محمد نام ڏرايا،
گهر عبدالله دي ٿئي شادي، جمنا سٽ اوتاري،
ملي ملائڪ ڏيندي هڪ ٻئي شڪر مبارڪ
هر اوتار محمد آپي، بيرنگي رنگ لايا.

## تون ئي تون

يا نبي سرور سچا، سردار تون، اسرار تون،
عشق خود اظهار تون، فرق و تجت تڪرار تون،
ديد دل ديدار تون، فلڪ ملڪ مختار تون،
رام رس رفتار تون، گيان گفتار تون.

## پنهنجو پاڻ نہ وچ ۾ رک

تون تان اهو آهين، جي پاڻ سڃاڻي، غير خدا حق ناهين،
ڳهلا اِنهي ڳالهہ جو، افسوس برهہ ٻاهين،
آهي ڪعبو تا صورت حق جي، ڏس سير سهڻا ماهين،
پنهنجو پاڻ نہ وچ ۾ رک، اَسر جسم چاهين.

## دم عشق الله آهين

سوريءَ هو منصور ڪي معراج عشق شاهين،
گنگا جمنا دوارڪا، ڪعبي ٿو ڪاٿي ڪاهين،
اَچو آدم صورت ذات مين، لک ٿاهہ وينو ٿاهين،
نانڪ يوسف آءِ نہ ڪر، دم عشق الله آهين.

## يار ديان اکيان

عينان عاشق دل وچ ديدان، مرشد مالڪ واليان،
سچ اکين وچ اپنان ويکن، دست انهاندي واليان،
ديدان مست دوئي دم هادي، رم جهم رمز نراليان،
ويکڻ فيض ديدار اُنهان دا، حال سهڻي سوَ چاليان،
جنهن ڏنزبان سو محڪم قابو، وچ زلف جهل جهاليان،
جهڳ وڳ جهور جهم نيٽا ندي، آب آپاس وچ ڪاليان،
نانڪ يوسف يار ديان اکيان، ڏيک اُهي ڏک واليان.

## اکيان انت نہ پايا

اکيان عشوَن ستم ڪماوَن، ٻان اَکيندي سانچي،
مارن سيني جهل عشاقان، مثرگان تير تماچي،
اکيان ڪرن شڪار اکيندا، ڪوُن اَنهان ٿوُن باچي،
يوسف اکيان انت نہ پايا، ڪو محبت وچ ماچي.

## لوتي علم نہ مئين سڃاڻن

ڪي وت ساڌ سمرٽيان، سورن ڪي وت تسبيح ٿرڪي،
ذڪر زبانون، دل دنيا وچ، ويک جو منگيا ڪڙڪي،
لک ڪروڙ شمار ڪرون، علم صفاتي پڙهڪي،

لوتي علم نہ عين سڃاڻن، زور ذڪر دي پڙڪي،
پڙهن ڪتاب بي معنيٰ، سمجھ نہ رکن لڙڪي،
اوران سي اَرٿ ڪوليندي، تاب تکي دل دڙڪي.

## ساڏو پڳت

ساڏو پڳت سي سهڻا، جي ساڪيءَ سڻائين،
سچي ساک پڳت جي، چند نہ ڇپائين،
لاهي ڪل، پوءِ ڏکر مڙهيائين،
گهڻ گهڻ گهنگهرو ناچُو نچائين،
ڪري آسيسُون اُن تي، رنگ ۾ ريجهائين،
ميڙي مهاڇڻ معرڪا، خوشيون ڪارائين،
شبد تن ۾ جو ڪلمون ڪهائين،
جاڏي عالم آسرو، منهن اوڏانهن ڦيرائين،
سنئون ڪر سان لائين، يوسف ساڏن واريان.

## عشق عجيب جا سنيهه

آءُ تن ساڏن آهيان، آهيان چرنن ڪيهہ،
جي گر پُورا پنٿ ۾، نرپوَ اندر نينهن
محبت جي ميدان ۾، ريڏان رمزن ريهہ،
يوسف يار سنيهہ، هي سڻ، عشق عجيب جا.

## ماري جيارڻ جيءَ کي

داس سڏائڻ ديهيءَ ڪي، اِي وڏو ارغون،
گرمک اپن اُپايو، بيچون آئين بيچُون،
موجان پريم جون لهريون، ست هي مجنُون،
ماري جيئارڻ جيءَ کي، سڻ معشوُقن قانُون،
ڪوري ڪڍ قلب مان، ڪفر سندو ڪينون،
سي مرد هوندا مضوَن، جي يڪدم يوسف يارسين.

## وڏي وڏائي رام جي

سمجهڻ ساڌن کي، محبت جو مذڪور،
وڏي وڏائي رام جي، نور اعليٰ نور،
هينري حب گروءَ جي، جو مرسل مڙني مُور،
يوسف يار حضور، دل سچيءَ ۾ سچيان.

## اندر ٻاهر آهه سو

گوندر گڏ عقل، ڪڏهن ڏنوسين ڪونڪو،
پيچي عشق عقل کي، خبري ويو ڪل ڪل،
اندر ٻاهر آهه، سو، ڀُول نہ ٻئي ڪنهن ڀل،
نانڪ نينهن اَمل، يوسف ياري يار جي.

## عاشق اهي اڪٽ

امل عشق الله جو، آهي آهه اڪٽ،
امل اَليڀ هي وڪڙيون، ٻنان سير اُسٽ،
جنهن کي سرت نہ ساهه جي، سو آهه لعنتي لٽ.

## پنهن جو پرجهڻ پاڻ ۾

زمين آسمان غيب ۾، ڇا جي ڍونديين ڍٽ،
ليڪن ليڪو ناهه ڪو، ڪانهيون جل ٿل پٽ،
پنهنجو پرجهڻ پاڻ ۾، ڇا ٿورين ڪنهن تي تٽ،
نانڪ يوسف يار جو، اٿي گهير اٿانگهو گهٽ،
تنهن کي ٿوڙي هٽج ٽٽُ، جو منڪر سيد فقير جو.

## جو ڇاتو سو ناهه آهه

جو ڇاتو سو ناهه آ، مقابل سپرين،
ڇاڻ پراهُون پاڻ ڪُون، ڏنو جن ڏاهه،
نانڪ يوسف ناهه يار ڇوَڻ ڪُون اوڏڙو.

## اُڄڻون ڇاتو ڄن

اڄڻُون ڇاتو ڄن، ڏک ڏيئي ڏس ڏيل کي
سور اُتاريو سرت کي، ساز سريا من تن کي،
بيخُود بحر عميق ۾، ٿا ڪوڙين ڪيرت ڪن.
دل در در دوھ، واجھ وجھن نانڪ يوسف يار جا.

## پڻ ري عشق الله

پڻ ري عشق الله، دل درجن، پيو سڀ ڪوڙ پسارو ٿي،
اکر ممو پيو رارو، سمجھ راري، پنٿ نيارو ٿي،
ھر جا عشق عشق جون ڳالھيون، ھر دل سمجھڻ وارو ٿي،
ريءَ سڃاڻڻ ذات بيرنگي، پيو سڀ دل انڌارو ٿي،
ڇائي پائڻ، ڪن ڪپائڻ، ھي پيي مڪر موچارو ٿي،
ڀُھون بيراڳي، ڀھون ويراڳي، ڀھون آيتن آرو ٿي،
ھڪڙا پوميا پڳت سناسي، ھڪڙا رام ڏوارو ٿي،
ھڪڙا قال عقل ۾ محڪم، سيوڪ سبد ديارو ٿي،
سيوا اکر نہ سمجھڻ، سوھم مير مھراد ٿي،
اکلون گذر ڪري سوھ ڪون، روو رکو لڪ رارو ٿي.

## پاءِ مڙھيءَ پنھنجي ۾ تون منھن

راري رمز اھا جا ظاھر، ريءَ سمجھن، منھن ڪارو ٿي،
پاءِ مڙھيءَ پنھنجي ۾ تون منھن، اندر لاڪر دوارو ٿي،
گرو گيان بتايو سارو، شھر درازن وارو ٿي،
پرگھٽ پير قبول محمد صاحب، سدا سوپارو ٿي،
انا احمد بلا ميمي، حال محمد وارو ٿي،
صاحب ذراھ ۽ شھزاده، سر الله جو سارو ٿي.

## پاڻ سڃاڻي مار اناالحق دم

عشق الله امداد انھن سان، ھرڪو سچ سچارو ٿي،
منجھ درياھ وحدت جي واريون، وجھنديون پريم سارو ٿي،
پاڻ سڃاڻي مار اناالحق دم، اھو اَڄ وارو ٿي.

❋❋

پيغمبر جي روز ڪچهري، شهر درازين وارو ٿي.

❋❋

سوَ فرق سوَ ٽولا ٽولا، ڪي وت نانڪ شاهي ٿي،
عشق بنان افراد سيپئي، ڪوڙا فرق ڦاهي ٿي.

❋❋

وچ فرقن ڳُون، گذر ڪري، تون عشق اها همراهي ٿي،
ترڪ طريقي، عشق الله رک، محمد نور اوگاهي ٿي.

## مالڪ الک مهراج تون

پير مغان مرشد ميان، دم سرب جو تاج تون،
ٿي ڪفر ڪل اسلام جو، مالڪ الک مهراج تون،
گرو سچو ست نام تون، هر پل هر هر نام تون.

## عاشق رهن رنگ رام ۾

نانڪ هوندا نام سين، سدا سڪالا سڪ،
منڪرن جي مغز جي، ماري ڪڍندا مک.
نانڪ شاهي ناميا، هُونگ جنين جي هڪ،
غازن جن گوران جي پيتي، پهلي پرتئون پڪ،
سمجهڻ ساڌن کي پئي، هي مام لڳوٽي لڪ،
ڪورا سمجهن کي نہ ڪي، جئن چائر غرقيان چڪ،
دنيا دٻايا ڪيترا، پئي پارن تي پڪ،
عاشق رهن رنگ رام ۾، ڪر ڪورن کي ڪڪ،
دنيا بازي دورنگي، ڪوڙ ڏيکاريو ڏک،
سي تار نہ پيئندا تڪ، جي نانڪ گور چرني لڳا.

## عشق ربانہ

اي دل خالي مُول نہ ڇورين، آپ اهين درياھ وچ ٻوڙين،
ٻڏکي پڇي عين اکوڙين، سدا عيش الهيٰ توڙين

يوسف لڳڙا عشق رباني، جنهن دا روز درياهه يگانه

## دم سڃاڻڻ

ٻاجهه دم سڃاڻڻ ڀائي، مرشد ڳالهه ايها فرمائي،
جو پڙهيا علم آتي، پرجهه نه آئي،
اُسري گئي سڀ عمر اجائي،

## سچو عشق

سٽرا بزرگ پير سڏاوڻ، فتنايان دي باز اُناوڻ،
عشقي ٻاجهون ڪوڙ کهاوڻ، اِهي سڀ ڇائي مهه وچ پاوڻ

## تسليٰ

هادي ڏتا ايءَ تسليٰ، ڪاذب اصلون ننهي ڪالا،
توڙي پڇي وڃي مسئلا.

## مطلب پاون

ڪنون مسئل نس ڪي اون،
بار بديان دا، سر تي چاون،
پڇي معشوق دي مطلب پاوَن،

## هي پنجتن همراهه ڪر

فوج ياران ڪي چڙهي، هي پنجتن همراهه ڪر،
ڪوچ ٽالپر ڪي گهڙي، هي پنجتن همراهه ڪر،
آپ آپس ۾ ورهه ڪي، مرس قسم هادي پار ڪي.

## تلف ڪي تلف

اين ڪرسيون، اون ڪرسيون، تلف ڪرسيون،
تلف ڪي تلف سڀ تڪرار جي.

## اندر ٻاهر الله ٻولي

اندر ٻاهر الله ٻولي، ڪٿ خلق فلانا ٻولي.

## هر هوئي گر الله دي وچ

هر هوئي گر الله دي وچ، الله اندر آيا چولي،
يوسف يار سماندا هرمين، نانڪ ساڌ سنگت سڀ سرمين،
پائي صُورت ڪو هئي جهل جهلڪارو.

## سچن لڏو بقاءُ

اک وچڙيءَ مک پر، تڏهن بندوق ڪيو ٺڪاءُ،
ڪوڙا سڀ ڪري پيا، سچن لڏو بقاءُ،
اُنهن لتون ڪا منجهہ لقاءُ، ٿيو نيٽڻ يار جي.

## بيدل سائينءَ، نانڪ يوسف سنت تي چيو:

اين چہ دور يڪ زمان رفتہ، عارف ڪامل از جهان،
يوسف مصر جان عزيز وجود، جانب ملڪ جاوان رفتہ رفتہ،
گشت روپوس زين تجلي گاهہ، بي نهان خانہ بي نشانہ،
نور حق مرتي بہ پستي ماند، باز بزروج لامڪان رفتہ رفتہ.
سال وصلش خود بجبت سروش
گفت طائر بہ آشيان رفتہ

۹ جمادي الاول ۱۳٦۹ هجري

## رام نام رنگا رنگ

سنوري سندر سندر موهن مُورت، ڪان سجان ڪاري ڪاري
رمتا رمتا هر نشين جمنا، رام نام رنگا رنگ گرمڪ اسڪا سنگ.

## ايڪ رُوپ انيڪ بڻائي

رچ رهيو، پائي وچ رهيو، من موهن پائي رچ رهيو،
سنوري سنتو گرو پيارو.
ايڪ روپ انيڪ بنائي، سوَ نيٽان ناز بتائي،
پائي هر مستڪ مک آپ نظارا.
گر پرتا بون پريم پرايا، پريم پريتم بن ڪڇ نہ پايا،
پائي ري سڀ طلسم سير سپارو.

اگر نگر سمجھ ڪي لائين، تہ هو باقي روم روم سائين،
ياڻي گپ چپ پيلو سير سپارو.
مک موهن ڏن بينسري سناوي، انت اپار آواز بلاوي،
ياڻي صورت سامي سچ سچارو.

## ڏوھ ثواب سيئي احوال

دين اسلام ديکا ميري ياڻي، ڏوھ ثواب سيئي احوال.

## پريم برج برسايو

سانو مينگھ برشن آيو،
بن بن ٽولي ٽولين سهج سمايو.
(گگن) گگھ گرجن برجت، دامني جهم جهم ڪلايو،
گگنت گهن گهن بوندو ڦن ڦن، چيلا چمڪ درايو،
اڇي رت ڦلي ڦل باوريو پرسي، سڀ جيءَ سک پايو،
يوسف ٻرم ٻرم مينگھ موهن من، پريم برج برسايو.

## بي رنگي مان رنگ بنيا

هر خدا ۾ گم، خدا هر ۾، درد ديوان هئي،
دوسرا ڪوئي نہ ديکا، سرسري انسان هئي،
بي رنگي مون رنگ بنيا، خاڪي گل سبحان هئي،
حيرت اندر فلڪ ملڪان، بي خبر حيران هئي.

## ايڪ ۾ ايڪ سمايا هئي

خواهش اپني ويکڻ آيو، جوڙ اسرار بنايا هئي،
آدم صورت وچ تماشا، بي رنگي رنگ لايا هئي،
راجا پٽ براهمڻ پڙهي، ڪٿ نارائڻ پيي جوگي هئي،
ڪٿ پالر، ڪٿ پوڳي، ڦر ايڪ ۾ ايڪ سمايا هئي.

## هر جا حڪم چلايا هئي

عربي رومي شامي هئي، ڪٿ هندستان ايراني هئي،
هوت بلوچ شهاني هئي، ڦر هر جا حڪم چلايا هئي.

## انحد جو آواز

بئنسري بجائي ڪان، پريم رس ڪي هوري لعل،
آستا ڪي ماهين، سنو انحد گهن گهوري لعل.

## ڪيلاريءَ جا ڪيل

ڊاري پچڪاري ڪان، سکيان پر چوري،
اوڏت عنبر گلال، پريتم ڏن تکوري ڪيل.

## سانچي سين رهنا سانچا

هي نام صاحب ڪا سانچا، سانچي سين رهنا سانچا

## هم ڪو هسائو

ڪرشن ڪان پئي پونران، تم بيراگي، تم بيراگي، تم بيراگي،
پيءُ پچرڻ ڪي بات بتائو، روَت نين هم ڪو هسائو،
ديوان پئي ري، سانورا تم بيراگي.

## هوڪو حق جو

جو جسم ڏسڻ ۾ آيو ٿي، هي تان آهي ڪونه ڪو،
وجهه نگاهه ۾ نگهه ساري، ڏس اتاهون پاڻ بيزاري،
ائين پير مغان، فرمايو ٿي، فرمايو ٿي.
پاڻ وساري حڪم هلائين، هوڪو حق جو چست چلائين،
وهه يار سچي، رنگ لايو ٿي، لايو ٿي.
مار نظارو شاهن شاهي، ظاهر باطن، حق همراهي
رمز وارن، اهو رايو ٿي، رايو ٿي.
نانڪ يوسف يار اهوئي، اندر ٻاهر مرشد جوئي،
عشق سان، سر چايو ٿي، چايو ٿي.

## ڏيان ڏرنا

من، صاحب ڪا ڏيان ڏرنا

## ڪيل ڪلاري

ڪيشولي ڪر آوي، ري بابو، ڪيشولي ڪر آوي،
بندرابن ۾ رنگ نين ڪا، بول بين ڪا،
بري بري تم ڪيل ڪلاري، بري بري پاساري جي.

## جهاتي پاءِ

جهاتي پاءِ، حسن ۾ جهاتي پاءِ.

## بينظير

تصوير ۾ شمشير، تجي بيظير هئي.

## ڪرشن ڪنئيا نام همارا

ڪرشن ڪنئيا نام همارا، برها رامون رام ڪهو،
رامانند جهڪاديو برهما، گوپي ڪاڻ ڪو نام ڪهو،
گورڪناٿ نارائڻ نرپو، سيتا لنڪا ڪام ڪهو،
درد پهلاج ڪبير ايائي، لوئي ميران مام ڪهو،
پڳت ڪر هر ميري مندر، سچا ستگر سام ڪهو،
انحد گهور ٽڪوران جا جن، سيني ست ست نام ڪهو،
گرديون ڪا ديو ڪهو، جڳ ديوا پلا احڪام ڪهو.

## هادي مرشد هردم حاضر

هوَن تان نہ بولون، ستگر ٻولي، عشق الله الهام ڪهو،
هس اوتار، گرو ست بسن، پارهہ در اسلام ڪهو،
عيسيٰ موسيٰ دائودي، ادريس ها نام ڪهو،
تهران دور يا گم قلزم وچ، عشق بنا اومام ڪهو،
نانڪ يوسف يار دعائين، شهر دراز مدام ڪهو،
هادي مرشد هردم حاضر، صاحب عشق امام ڪهو.

## دل ۾ دوست نهار

دل ۾ دوست نهار، تو ۾ حضرت عشق الله جو،
وهم الله غم دم الله جو.

## جي تون چاٽين، پاڻ سجاٽين

جي تون چاٽين پاڻ سجاٽين، ڪنهن ڪي ڪين آزار،
وحدت واري واٽ ۾، واري پاڻ وسار،
قياس ڪري ڏس پاڻ ۾، سهٽا سڀ سينار،
اوجل ٽيندو عشق مون، عشقي ساڻ اجار،
پريم ڪر نگاهه ۾، نپڙائي ڪي تار،
نوبنو يوسف سهيرو، هادي ساڻ هر تار.

## اها صورت سر انساني

هي برها ذات رباني، سبحاني اعظم شاني،
جنهن دي حسن ڪيتي قرباني، مستانہ دل ديواني،
حد احمد عشق سڏايا، غيبون گل ڪلياني،
اها صورت سر انساني، من راني نبيءَ ڪهاٽي.

## اهو جوڳي جنگم آيو

اهو جوڳي جنگم آيو، ڏس روپ رکي بيرنگي،
مرلي سوز فراقُون قوڪي، جهر جهر جهمڪو لايو،
تخت چڙي هيري لڳ آيو، آئي عشق آڙايو،
نانڪ يوسف نالي جوڳيءَ ۾، پر پاڻ ۾ سمايو.

## چمن بقا

تم پئنرا گل چمن ۾، گل چمن ۾، ڪي تو من ۾،
اچا رنگ لايا ڳوڙها رنگ لايا.
ڪول ڪول ۾ پئڪ تمهاري، شهت نياري،
لک بلبل باغ حسن ۾، شور مچايا پيتم پايا،
اُڏ پونرا چل چمن بقا ۾، باغ آرائين شاهه لقا ۾،
کهياهي هون وچن ۾، قيد ڪايا هئي اجايا،
نانڪ يوسف يار صبوري، قول گرو ڪا حال حضوري،
دم خيال خدائي بدن ۾ آپ سمايا حق بلايا.

## ببتا نہ ماتا

ڪرن اهنڪار، نہ سمجهن آپا، ڪوڙ عذاب نت ڪرادي ڪاپا،
غير خيالئون سگ سياپا، نيهن سچي بن پيا سپ تاپا،
جي تون عشق ڪهاٽي چاٽي، من مهہ نوجهي پولهہ اگياني،
ترت رکين گر سرت سياٽي، خبر نہ جاندي عمرو هاٽي،
جس ني هر گرويۓ پڇاتا، بيٽا نہ ماتا، سنوري سنتا،
اسني مقصد پاتا، صحي سجاتا، دل مين داتا،
جسي مين جاتا اُسيڪا ناتا، بيٽا نہ ماتا، سنوري سنتا،
نانڪ ايڪوئي نالا، ڪهان هئي يوسف ڪهان هئي نالا

## درد بنان پيو ڪوڙ پسارو

پنڌ گرنٿ ڪتب بيان،
گنگا جمنا مڙهيون مڪان،
پوٿيون گنگا ويد پران،
ڪوڙا ڪوڙن ڪور گيان،
نانڪ يوسف يار يگان، هئن فرمايو مرشد شان،
درد بنان پيو ڪوڙ پسارو، واهہ گرو جي پرت پيارو.

## صاحب ايڪو ڪل هي

نانڪ پولي ست گرو، قدير غيب حڪيم،
جي تئن پوجها ايڪ هئي، ايڪو رام رحيم،
صاحب ايڪو ڪل هي، ايڪو رب رحيم
ووهي رام رحيم هي، ووهي قرب ڪريم
ووهي صاحب ستگر ست هئي، سهنُون مندر مانهہ
ستگر همرو سيد هئي، سمر ستگرا سمر نيڪ تاهہ،
ستگر ويد پران هئي، من ٽريو ٿانۓ،
واهہ گرو جي شاهہ، دراز صاحب سچا عشق آواز.

## ايڪو ويڪ اڪائي

سگتر الڪُون الک هئي، انت نہ پايو جائي،
روم روم ۾ وھ رچا، گھٽ گھٽ ۾ رهيو سماءِ،
ايڪو ويڪ اڪائي دوجهان ۾ بتائي،
دوجا جس نر جانيان، تس نر بڏا نياڳ.

## درد بنان پيو ڪوڙ پسارو

ڳالھ برھ جي مجي نہ ڪوئي، هيءِ هيءِ هينڙي حيرت هوئي،
عشق بنان وچي جڳ پلوئي، ڪنهن کي حال چوان هي روئي،
نانڪ يوسف ياريگان، هئن فرمايو مرشد شان،
درد بنان پيو ڪوڙ پسارو، واھ گرو جي سچو سوپيارو،
ڪاڻ دنيا دل وتن ديوانا، پانيڻ قاضي ۽ ملوانا،
سيوڪ سامي شيخ شهانا، عالم عاقل علم جوانا،
درد بنان پيو ڪوڙ بهانا، نانڪ يوسف يار يگانہ.

## رنگيءَ جا رنگ

لک لک بيک بنا وينگا، اپني ذات متّا وينگا،
خاکي پھر قباءِ رنگو رنگ، آدم نام ڌار وينگا،
عرشُون آءِ زمين پر يارو، کيها حکم هلاوينگا،
ٿي معشوق عشاقاندي سر، سوَ سوَ ستم سها وينگا،
ويک لباس عجائب اُسکا، عقل سر چِت جاوينگا،
شاھ منصور نُون کر اشارا، اناالحق بلاوينگا،
ڦر اسي نون آپي آکي، اوپر داز چڙهاوينگا،
شمس الحق دي ويکو ري پائي، کيون کر کل کلاوينگا،
ملان قاضي بن بن آوي، عشق والي آزماوينگا،
هر ڪنهن نال ڪريندا ايوين، تيرا پي دن آوينگا،
يوسف يار مراد اِها، هڪ دن تينون دکلاوينگا.

## گرگوبند

گر گوبند تئون ٻلهاري جس گيان ٻتايو واهه واهه.

## بي رنگي رنگن ۾ آيو

بيرنگي رنگن ۾ آيو، ڏس تان ڇل ڇلڪايو،

سير مچايو، پاڻ ڇپايو.

## ڪاڏي گنگا جمنا وارا

ڪاڏي گنگا جمنا وارا، ڪاڏي، طرف ڪعبي تو ڪاهين.

## صاحب ڪا ڌيان

من، صاحب ڪا ڌيان ڌرنا، ڌيان ڌَرنا.

## وحدت جا وڳا

تو ڍڪي روز وحدت جا وڳا،

آهي سڀ شيءِ جي حقيقت حق، ٻيچ سڀ پول پيا.

## جن کي درد جدائي دل ۾

ڪل پوي ٿي ڪان، هستي هوَوڻ جسم جي،

شهه دريا ۾ گر ٿياسي، موجان جت مهربان،

لڙ جهڙ لهريون لس پسي کي، ڪاهن منجهه طوفان،

جن کي خوف نہ خطرو سر جو، مرد سيئي مردان،

عاشق مرد عجب، منصوُري، سوريءَ سر سلطان،

جن کي درد خدائي دل ۾ عاشق سي انسان.

## حق جو هوڪو

غم اهو دم حال هادي جو، دل سهڻن سوز سدائي،

وهه نوبت نيهه وڄايان.

پاڻ تو پنهنجون کيڏون کيڏاري، جنهن پتليءَ ڏور اڙائي،

ٿي تن سان ورهه وسايان.

اَن تان وچ ۾ ناهيان ناهيان، مون دل قسم خدائي،

ڪين پاڻ نڪو وچ پانيان.

حڪم هاديءَ جو بر سر چشمان، هن برهين موج مچائي،
نت ڇيريون ڇمڪايان.
ڪفر اسلام ڪون بيحد برهو، منجهه سمجهڻ ڳالهه سچائي،
عالم هوڪو حق هلايان.
نانڪ يوسف يار جون ان، ڏهون عشق الله،
تي جنهن جاءِ آءٌ ڳڻ ڳائيان

## سا پِي تہ نا پلي

پلي پلي جان پاڻ آئي، سا پِي تہ نا پلي يارا.

## هيءَ بازيگر جي بازي

ڀيلي حيرت هن ۾ آهيون، بيرنگي سڄڻ رنگ لايو.

١ـ تي آيو آدم نالي، اچي پيڙو منجهہ ڪشالي،
هت خوشيءَ ۾ توُ جالي، هو اصلا تنهن رايو.

٢ـ پنهنجو پاڻ ڇپايو، سوَ نالا نانوَ نهايون،
منجهہ ويس وير پلايون، تو سير ڏسي سرمايو.

٣ـ هيءَ بازيگر جي بازي، ناهي استقبال نہ ماضي،
آهي دم غنيمت غازي، جنهن عشق اِلله جاڳايو.

۴ـ رک عاشق خبرداري، دم دم جي تون هوشياري،
نينهن سرور ڳالهہ سچاري، اٿي پيو سپ پنڌ اجايو.

۵ـ ڪن مڙهيو مهت اختياري، ڪن ڪعبہ سرت سچاري،
اسان نانڪ يوسف ياري، چالو درد چالو.
ڀيلي پنهنجو پاڻ سنپار، تون تا آهين ڪاٿي ڪونڪو
سميع بصير عليم ڪليم، پنهنجو پاڻ نهار،
جو آهي سو ظاهر باطن، چوطرف چٽو چوڌار.

## جو آهين سو آهين

عاشق پاڻ وسار، تون تا جو آهين سو آهين.



# سنڌي ساهت گهر جا وڪري لاءِ موجود ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1. | علامہ آءِ آءِ قاضي (ٻيو ڇاپو) | قاضي فيض محمد | 25/= |
| 2. | ڏکيون جان نہ مڙن (ٻيو ڇاپو) | ناز سنائي | 75/= |
| 3. | قيد جي ڪهاڻي | ناز سنائي | 20/- |
| 4. | انٽرويو | طارق اشرف | 30/= |
| 5. | تصوف جي چير ڦاڙ (ٻيو ڇاپو) | نجم عباسي | 50/= |
| 6. | سچ سان دوکو | ناز سنائي | 15/= |
| 7. | نوان چار درويش | ناز سنائي | 25/= |
| 8. | سوچون پُٺڪا واڪا (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 45/= |
| 9. | سوڀ سدائين سچ جي | آزاد قاضي | 20/= |
| 10. | غلام جا ٺهڪڙا | غلام حسين رنگريز | 20/= |
| 11 | چولو منهنجو چڪ ۾ | هري دلگير | 30/= |
| 12. | سدا سرها گل | يوسف سنڌي | 16/= |
| 13. | ڪارو ڪکر هيٺ (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 45/= |
| 14. | ساگر جي لهرن تي | حفيظ شيخ | 25/= |
| 15. | سنڌين جو اتحاد ۽ شرپسند ٽولا | آزاد قاضي | 25/= |
| 16. | ڌرتي سرتي (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 100/= |
| 17. | پليجو چاهي ڇا ٿو چاهي؟ | ابو جبران | 30/= |
| 18. | جڏهن ڌرتي جاڳي | ڪرشن چندر | 25/= |
| 19. | حليم شو | حليم بروهي | 30/= |
| 20. | باهيون بيراڳين جون | تاج جويو | 25/= |
| 21. | پيغامبر/ پيغامبر جو باغ (ٻيو ڇاپو) | خليل جبران/م.ن محزون | 50/= |
| 22. | پياسي ڌرتي پياسي دلڙيون | ڪرشن چندر/ سندري اتمچنداڻي | 30/= |
| 23. | شرم ٻوٽي | گوبند مالهي | 30/= |
| 24. | زندگي زندگي | استاد بخاري | 75/= |
| 25. | زوال | البرٽ ڪاميو/ قاضي خادم | 30/= |
| 26. | مان ڏوهي هان | عزيز ڀنگوار | 50/= |
| 27. | تاريخ جا وساريل ورق | سوڀو گيانچنداڻي | 45/= |
| 28. | ڪنڌيءَ اڪ ڦلاريا | تاجل بيوس | 60/= |
| 29. | ادب ۽ روايتون | قاضي خادم | 60/= |
| 30. | ميٽا جي رڃ ۾ | آسي زميني | 60/= |
| 31. | قوم چوي ٿي ٻول | تاج جويو | 20/= |
| 32. | منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق | پوپٽي هيرانندڻي | 60/= |
| 33. | پرنس | ميڪا ولي/ م.ن. محزون | 40/= |
| 34. | ڀڳل ڪنيڙائيون (ٻيو ڇاپو) | خليل جبران/ م.ن. محزون | 40/= |
| 35. | اڻ ڄاڻ | قاضي فيض محمد | 40/= |
| 36. | مرشد جو نينهن ۽ نياپو | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 37. | ابابيل جي آخري اڏام | رسول ميمڻ | 40/= |
| 38. | ڏکي انسان | وڪٽرهيوگو/ موٽو مل منگهارام | 25/= |
| 39. | ساپيائن ڪان رُٺل سپنا | الطاف ملڪاڻي | 30/= |
| 40. | اوتون جوتون (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 125/= |
| 41. | گيت اسانجا جيت اسانجي (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 100/= |
| 42. | ٻوهبي جون تحريرون-1 | مرتب: ناز سنائي | 75/= |
| 43. | تاريخ ڳالهائي ٿي | سوڀو گيانچنداڻي | 45/= |
| 44. | زندگي ڪيئن گذارجي؟ | ڊيل ڪارنيگي/غلام محمد شاهواڻي | 60/= |
| 45. | اکين ۾ ٿي ويهہ | مقبول مارو | 35/= |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 46. | الا ڏاهي مر ٿيان | عثمان علي انصاري | 35/= |
| 47. | لهر لهر دريا | استاد بخاري | 45/= |
| 48. | هرڻ هنيلا بيٺا سوچن | رسول بخش پليجو | 45/= |
| 49. | سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر | جڳديش لڇاڻي | 50/= |
| 50. | ٽي عظيم شاعر | هولا رام هنس | 70/= |
| 51. | تلسين جي سرهاڻ | تاج جويو | 75/= |
| 52. | انڌا اونڌا ويڄ | رسول بخش پليجو | 40/= |
| 53. | زميني ديوتا | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 54. | پهاڙن ۾ پڪار | خليل جبران/نجم عباسي | 35/= |
| 55. | اڳواڻ | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 56. | بلنديون | نجم عباسي | 40/= |
| 57. | سڏن متي سڏڙا | علي احمد بروهي | 70/= |
| 58. | پيار ڪهاڻي | نجم عباسي | 100/= |
| 59. | هڪ اداس ڇوڪري | امرتا پريتم/ عرفان مهدي | 40/= |
| 60. | تلاش | نجم عباسي | 60/= |
| 61. | ماسترياڻي | نجم عباسي | 40/= |
| 62. | ٽارچر سيل جي شاعري | اديب انقلابي | 100/= |
| 63. | ڪڪ پن | علي احمد بروهي | 45/= |
| 64. | مجنون | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 65. | زندگيءَ جو جلوس | خليل جبران/م.ن. محزون | 30/= |
| 66. | يادن جي وير | غلام رسول ڪلهوڙو | 40/= |
| 67. | انسان ۽ شيطان | خليل جبران/م.ن. محزون | 40/= |
| 68. | نيڻ سفر ۾ | سعيد ميمڻ | 80/= |
| 69. | ڪن پل جو ڇانورو | ممتاز بخاري | 40/= |
| 70. | ڪبير – ميران | مرتب: ناز سنائي | 80/= |
| 71. | مان پڙاڏو سڏ جو | ناز سنائي | 100/= |
| 72. | پياسي ساپيان جل ٿل خواب | رخسانه پريت چنڙ | 100/= |
| 73. | تو پڄاڻان سُپرين | ناز سنائي | 100/= |
| 74. | آخري پنا | هري موٽواڻي سنڌي | 100/= |
| 75. | ڪوڪڻ يا ڪلياڻ | استاد بخاري | 150/= |
| 76. | موهن ڪلپنا جون تحريرون-1 | مرتب: ناز سنائي | 100/= |
| 77. | هڙئي هيڃ وطن جا | استاد بخاري | 100/= |
| 78. | شيخ اياز- هڪ شاعر، هڪ عاشق | مرتب : ناز سنائي | 100/= |
| 79. | مسڪين جهان خان ڪوسو | محمد بخش مجنون بلوچ | 80/= |
| 80. | عاشق زهر پياڪ | رشيد ڀٽي | 40/= |
| 81. | پيو چنڊ به ٻڏي ويو | ممتاز بخاري | 50/= |
| 82. | سنڌي نثر جي تاريخ | غلام علي الانا | 150/= |
| 83. | منهنجو سفر | قاضي فيض محمد | 250/= |
| 84. | سرد هوائون | فاروق سولنگي | 80/= |
| 85. | محبوبه ڏي خط | خليل جبران/راحيله ناز | 50/= |
| 86. | ٽي چٽنگ ڪري چمڪات اچان | ناز سنائي | 50/= |
| 87. | بخاريءَ جا قطعا | استاد بخاري | 100/= |
| 88. | همسفر / شرابي نگاهون | امرتا پريتم | 50/= |

**گهرائڻ لاءِ لکو**

سنڌي ساهت گهر - پوسٽ باڪس نمبر 58 جنرل پوسٽ آفيس حيدرآباد سنڌ.

# سنڌي ساهت گهر طرفان آتم ڪٿا ۽ سوانح عمرين تي ڇپايل ڪتاب

## عظيم شخصيتن جون آتم ڪٿائون

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1. | منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي | علامہ دائود پوٽو | 100/- |
| 2. | آخري پنا | هري موٽواڻي | 100/- |
| 3. | منهنجو سفر | قاضي فيض محمد | 250/- |
| 4. | رهاڻ هيرن ڪاڻ- جلد-5 | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 100/- |
| 5. | منهنجو سچ | اندرا گانڌي | 100/- |
| 6. | منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق | پوپٽي هيراننداڻي | 125/- |
| 7. | بک عشق ادب | موهن ڪلپنا | 125/- |
| 8. | سنڌڙي منهنجي جندڙي | گوبند مالهي | 200/- |
| 9. | چولو منهنجي چڪ ۾ | هري دلگير | 60/- |
| 10. | پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني- جلد-1 | جي. ايم. سيد | 200/- |
| 11. | پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني- جلد-2 | جي. ايم. سيد | 300/- |

## عظيم شخصيتن تي سوانحي ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 12. | جنب گذاريم جن سين | جي. ايم. سيد | 280/- |
| 13. | سنڌ جا قديم ستارا | مرزا قليچ بيگ | 30/- |
| 14. | سنڌ جا سورما | جي. ايم. سيد | 25/- |
| 15. | علامہ آءِ. آءِ قاضي | قاضي فيض محمد | 60/- |
| 16. | ٽي عظيم شاعر لطيف، ڪاليداس (شيڪسپيئر) | هولارام هنس | 70/- |
| 17. | ڪبير- ميران | لڇمڻ ڪومل | 80/- |
| 18. | تو پڄاڻان سپرين | ناز سنائي | 100/- |
| 19. | ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي | مرتب: ناز سنائي | 300/- |
| 20. | مير عبدالحسين سانگي | مرتب: ناز سنائي | 300/- |
| 21. | شهيد مخدوم بلاول | مرتب: ناز سنائي | 300/- |
| 22. | شاهہ عنايت شهيد | نور سنڌي | 140/- |
| 23. | مسڪين جهان خان ڪوسو | مجنون بلوچ | 80/- |
| 24. | شيخ اياز هڪ شاعر هڪ عاشق | مرتب: ناز سنائي | 100/- |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 25. | مشرق، جو درويش: گوتم ٻڌ | منير سولنگي | 60/- |
| 26. | گانڌي | لوئي فشر/ نجم عباسي | 60/- |
| 27. | سقراط | ڪوراميسن/ ظفر | 100/- |
| 28. | سگمنڊ فرائيڊ | توراڪينہ قاضي/ظفر | 100/- |
| 29. | حفيظ قريشي | آزاد قاضي | 60/- |
| 30. | خان محمد پنهور- سماج سڌارڪ | ناصر پنهور | 100/- |
| 31. | منگهارام ملڪاڻي | اي. جي اُتم | 50/- |
| 32. | سنڌ جا عظيم ويچ | اديب انقلابي | 60/- |
| 33. | ابوالفضل ۽ فيضي | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي | 60/- |
| 34. | موچارا منهن ڪارا منهن | منٺار سنڌي | 60/- |
| 35. | يادگار شخصيتون | جواهر لال نهرو | 150/- |
| 36. | سنڌي ٻوليءَ جا محقق | هدايت پريم | 50/- |
| 37. | سچل جون واديون | ٻلديو مٽلاڻي | 40/- |
| 38. | ڏکيون جان نہ مڙن | ناز سنائي | 75/- |
| 39. | عبدالڪريم گدائي | انجنيئر عبدالوهاب سهتو | 200/- |
| 40. | جرنيل هوش محمد شيدي | منصور قادر جوڻيجو | 60/- |
| 41. | برڪت علي آزاد | انجنيئر عبدالوهاب سهتو | 200/- |

**گهرائڻ لاءِ لکو:**

پوسٽ باڪس نمبر 58، جنرل پوسٽ آفيس، حيدرآباد، سنڌ

## ناز سنائي فائونڊيشن طرفان اپيل

اسان سنڌي ساهت گهر طرفان سنڌ جي علمي ۽ ادبي خزاني کي بچائڻ لاءِ پراڻن قديمي ڪتابن کي ڇپائڻ جو عزم ڪيو آهي. ڪيترا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن ڇا اوهان وٽ ڪو ورهاڱي کان اڳ جو ڪتاب آهي، آهي تہ اسان کي موڪلي ڏيو. ادارو اوهان جي مهربانيءَ سان ان کي ڇاپيندو.

